گوئٽي
انسٽيٽيوٽ
ڪراچي

# فائوسٽ
# Goethe's Faust

ترجمو
چيتمل پرسرام گدراج

٢٥٦ - سرور شهيد روڊ، ڪراچي

پاڪستان - جرمن فورم ڪيرون لهڻي جو انهن جي ٿورن سان هي ڪتاب ڇپجي رهيو آهي.

فورم جي مالي سهڪار ڪان سواءِ هي ڪتاب شايد وري نه ڇپجي سگهي ها.

ڊاڪٽر محمد پٺاڻ صاحب جا اسين ٿورائتا آهيون، جنهن مهرباني ڪري هي اڻلڀ ۽ قيمتي ڪتاب پنهنجي لائبريري مان ڪڍي اسانکي ٻيهر ڇپرائڻ لاءِ ڏنو.

# مهاڳ

هن گرنٿ جو رچيندڙ جرمني جو مشهور شاعر گوئٽي آهي. هنجو سچو نالو يوحان وولف گينگ گوئٽي آهي. هنجو مشهور ۾ مشهور گرنٿ فائوسٽ آهي، هي شخص جرمنيءَ ۾ اهڙو مشهور آهي جهڙو انگلنڊ ۾ شيڪسپيئر. جيئن شيڪسپيئر دنيا جو مشهور شاعر آهي، تيئن، گوئٽي بہ دنيا جو مشهور شاعر آهي. جيئن شيڪسپيئر جي ناٽڪن ۾ مشهور ناٽڪ هيمليٽ آهي، تيئن گوئٽي جي ناٽڪن ۾ مشهور ناٽڪ فائوسٽ آهي. گوئٽي جرمنيءَ جو هڪ وڏو گرو آهي.

امريڪا جو مشهور امرسن جنهن کي زماني جو هڪ نبي سڏبو آهي، سو ٿو هن جرمني جي شاعر واسطي لکي: "هو صاحب، اتهاسن، پراڻن، فلاسفين، سائنسن، ۽ قومي ساهتن جو هڪ اعليٰ ڄاڻو هو. هو آئون علمن جو ڀنڊار هو، ساري جهان جي علمن مان واقف هو. هندستان جي، الروسا جي، سنڪلوپي وغيره جي، علم ذرتي، علم ڪيميا، علم تارن وغيره ۾ هو ماهر هو. انهن سڀني تي هن پنهنجو شاعراڻو هٿڙو گهمايو. ڪنهن بادشاه ڏانهن نظر ڪبي آهي تہ عزت مان نهاربو آهي، پر سمجهو تہ مجلس هجي، جنهن ۾ ڪيترا بادشاه اچي ڪٺا ٿيا

هجن، ته پوءِ اک، هڪ هڪ جي خاصيتن جانچڻ کي ميا ويڪ لڳي ويندي! نه سمجهڻ گهرجي ته هن گرنٿ ۾ ڪي ڪراماتي راڳ يا لنبيون مورتون چٽيل آهن، پر انهي ۾ هن پنهنجو اسي ورهين جو آزمودو درج ڪيو آهي. هو هڪ اعليٰ شاعر آهي، پنهنجي وقت جي شاعرن جو سرتاج آهي."

امرسن صاحب چوي ٿو ته گوئٽي هڪ اهو انسان هو جنهن کي سوين هٿ هئا، ۽ سوين اکيون هيون! جيئن نيپولين، ١٩ صديءَ جي ٻاهرئين دنيا جو سردار هو، تيئن گوئٽي دنيا جي ٻئي اڌ جو (اندرين دنيا جو) شاعر سردار هو. هن سڀ علم ڪٺا ڪري هڪ جاءِ تي آندا."

گوئٽي جرمنيءَ لاءِ نه رڳو شيڪسپيئر آهي، پر هو جرمني جو بيڪن به آهي. جيئن بيڪن ۾ سڀ علم وچي گڏ ٿيا هوا، تيئن گوئٽي ۾ سڀ علم اچي ڪٺا ٿيا هوا.

گوئٽي صاحب سال ١٧٤٩ ۾ جرمني جي فرئنڪفورٽ شهر ۾ پيدا ٿيو. پٽ، ڪپٽ، سپٽ پينگهي ۾ پڌرو. سو ٻالڪ جو من ننڍي هوندي کان ئي اڀياس ڏي مائل هو. ڪنڊن ۾ پيو گذاريندو هو. مٿي ماڙيءَ تي عمدي ڪوٺي ۾ وچي وهندو هو، جنهن کي باغ ڪري سڏيندا هوا، جو ته اُتي گلن جون ڪونڊيون رکيل هونديون هيون. فرئنڪفورٽ جو شهر مين ندي تي آهي، گوئٽي نديءَ جي پل تي وينو نظارا ڏسندو هو. علم ٻه قسم قسم جا پڙهيائين. ٢٢ ورهين جي عمر ۾ قانون

۾ ٻه وڏي ڊاڪٽري جي ڊگري حاصل ڪيائين . ونسپتي وديا، سريري وديا، آٿو وديا ، رساين وديا ، تارن جي وديا وغيره وغيره ۾ خوب ٽپيون هنيائين .

هو هڪ طرف دماغي حيرت هو، فيلسوف هو، ته ٻئي طرف دلي ترقيءَ جو صاحب هو. اعليٰ حسن پرست هو .

گوئٽي پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي آهي، تنهن ۾ هن پنهنجي حياتيءَ جا ڪي واقعا ڏنا آهن . هو پنهنجي ٻهرين عشق جي تو ڳالهه ڪري:- " هن وقت منهنجو ٻهريون عاشقانو تجربو شروع ٿيو . گريچن نالي هڪڙي سهڻي نينگر تي آءٌ موهت ٿي پيس، جا هڪ هوٽيل ۾ هئي . جنهن ٻل ۾ مون هن جي صورت ڏٺي، تنهن ٻل کان پوءِ هن جي صورت جتي ڪٿي مون ساڻ هئي . ڊبول ۽ ڊگهي پرارٿنا جو سارو وقت منهنجي نگاه هن تي هوندي هئي، آءٌ هن کي عشق جا خط لکندو هوس . هن لاءِ اها ڳالهه اڻ وڻندڙ نه هئي . جواني جي ٻهرئين سمي ۾ جڏهن من ۾ اچا ڪرڻ ڪانه گهڙي آهي ، عشق روحاني صورت ٿو وٺي . قدرت جي اها خواهش ٿي ڏسجي ته عورتون ۽ مرد هڪ ٻئي منجهان نيڪي ۽ حسن پسن . مون لاءِ به هن نينگر جو ڏسڻ ساڻ، حسن ۽ نيڪي جي هڪ نئين دنيا کلي پئي، ۾ منهنجي ٻيءُ کي سڏ پئجي ويئي : اسان جي ڪٽنب ۾ اچي رولو پيو ، جنهن ڪري آءٌ بيماريءَ جي بستري تي داخل ٿيس . مون کي تاڪيد ڪيو ويو ته ڪٽنب جي ڪنهن

۽ پاڻي کان سواءِ ٻئي ڪنهن ساں ۾ رستو نہ رڪج . موں لاءِ ڏک وڌندو ويو."

گوئٽي تي اثر پنهنجي ملڪ جي ٻن اعليٰ انسانن جو هو. هڪڙو سندس دوست هرڊر ۽ ٻيو مشهور شلر.

جرمن ٻوليءَ ۾ شيڪسپيئر جو گرنٿ جرمني جي شيگل صاحب ترجمو ڪيو هو. شيڪسپيئر جي ناٽڪ ۽ ويچارن جرمني جي من ۾ اٿل پيدا ڪري ڇڏي. شيڪسپيئر جي اثر هيٺ انيڪ جرمن عالم ۽ شاعر آيا. گوئٽي بہ ھن جو هڪ شش سمجهڻ گهرجي. موں هي ترجمو ڪندي ڏٺو آهي تہ خاص ڪري هن فائوسٽ جي ناٽڪ ۾ تہ شيڪسپيئر جو وڏو اثر آهي. ڪي ڪفتا تہ شيڪسپيئر تان ترجمو آهن. هن فائوسٽ جي ٻئي ڀاڱي ۾ تہ شيڪسپيئر جي مشهور ناٽڪ "طوفان" مان ايريل ديوَ کي آڻي درج ڪيو اٿس. شيڪسپيئر جي هئمليٽ جي من جي جڏ جا بيان؛ ڪنهن قدر فائوسٽ منجهہ چٽا ڏسجن ٿا.

گوئٽي ۾ڻ بہ ڪوهڪ عجيب ۽ اعليٰ انسان هو، جنهن آڪاڻي کي اهڙو تہ روپ ڏنو آهي جو ڪيا بات. فائوسٽ جي آکاڻي ڪا نئين ڪانہ جوڙي اٿس. چون ۾ ٿو اچي تہ فائوسٽ نالي هڪ انسان ٿي گذريو هو، جنهن جادوءَ جي علم ۾ ڀان ڪي وڌو، ۽ جنهن جا سچ پچ ڪيترا تجربا ڪيترن ڪتابن ۾ جاٿايل هوا.

شيڪسپيئر جي وقت ۾ انگلنڊ جي مارلو شاعر ۽ ناٽڪ ڪار بہ هڪ ناٽڪ "فائوسٽ" نالي لکيو هو.

گوئٽي جي فائوسٽ ۽ مارلو جي فائوسٽ جي وچ ۾ وڏو تفاوت آهي. مارلو جو ناٽڪ هڪ رواجي ڳالھہ آهي، پر گوئٽي جو گرنٿ قدرت جو درياہ آهي، جنھن ۾ هر قسم جون ڇولون ٿيون لڳن، ڪا ڪھڙي رنگ واري ڪا ڪھڙي رنگ واري.

هن گرنٿ پڙهڻ سان، دل تي هڪ عجيب اثر ٿو پيدا ٿئي. مون تي تہ اهو اثر پئدا ٿيو آهي تہ گوئٽي هڪ مهاپرش آهي. هي گرنٿ ٻاهران ناٽڪ جي صورت ۾ آهي پر هن ۾ اندر جي وڏي کوج ٿيل آهي. انسان جي اندر جي لڙائي، هن ۾ حيرت جي قلم سان چٽيل آهي. آڪاڻي جي آڪاڻي، ۽ سمجھاڻي جي سمجھاڻي! آءٌ پڙهندڙن کي صلاح ڏيندس تہ هي گرنٿ پڙهي پوءِ سنڌ جي روحل جو گرنٿ "من چٽ واد" نالي بہ پڙهن. ڪي ٽڪرا تہ هو بهو ساڳيا آهن. سچ پچ تہ هي اعليٰ انسان، جهاد اڪبر يعني ڏرم جڏ مان لنگهي نفس يعني من جي سيني حالتن کان واقف ٿين ٿا ۽ پوءِ شاعراڻي نوع ۾، رنگين عبارت ۾، اهي پنھنجا تجربا پڌرا ڪن ٿا.

هن گرنٿ ۾ "ميفسٽو فاس" جي مورت چٽيندي تہ گوئٽي ڪمال ڪري ڇڪو آهي. ميفسٽو فلس هتي ابليس يعني شيطان جي صورت آهي. گوئٽي شيطان واري ڳالھہ قائم رکي آهي، جنھن موجب آهي تہ شيطان ڏلي جو فرشتو هو، آڳنيءَ جي پئداش هو پر مٽيءَ مان ٺهيل انسان کي سجدو ڪين ڪيائين. سراپ لڳس، ابليس ٿيو ۽ ان ڏينھن کان وٺي انسان کي دق ڪرڻ جو قسم کنيل اٿس. عدن جي باغ ۾ نانگ

جي صورت ۾ بيبي حوا کي ميوو ڏيئي گمراه ڪيائين. گوئٽي هيءَ ڳالهه هن ناٽڪ ۾ قائم رکي آهي.

گوئٽي ڀارت جي اتهاس ۽ آتم وديا جو ڄاڻو ٿو ڏسجي. عالم آشڪار آهي ته هو اسان جي ڪاليداس شاعر ۽ ناٽڪ ڪار تي عاشق هو، ۽ شڪنتلا تي مست هو. شڪنتلا تي سندس نئڊو شعر دل آتاريندڙ آهي. هن فائوسٽ واري ناٽڪ جو ڀهريون بندوبست اصلوڪي گرنٿ نٽ ۽ ناٽڪ ڪار وارو ڪاليداس تان ورتل آهي. هن ترجمي ۾ اهو ٽڪرو ڪونه ڏنل آهي.

فائوسٽ جي ناٽڪ جا انگريزيءَ ۾ ٻه ڪيترائي ترجما آهن، جي ترجما پيئڻ سان، معلوم ٿئي ٿو ته ڪيئن نه جدا جدا ترجمانن جي لکڻين ۾ وڏو تفاوت آهي. مون ٻه هي ترجمو ڪندي ضروري هنڌن تي ٽي ترجما ٻي پيٺيا آهن؟ هڪڙو جان ائنسٽر جو، ٻيو لٿام جو، ٽيون ائناسوانو جو. ائناسوانوڪ جو ترجمو مشهور آهي. ان جي ڪوتا چوٽ آهي، سندس ٻڌ سولا پڌل آهن، پر خيال جي ڳت منجهس گهٽ آهي. لٿام جو ترجمو ٻه عمدو آهي، پر ان ۾ ڪيترن هنڌ ڪي ڪي ٽڪر ڪڍيل آهن. ائنسٽر جو ترجمو منهنجي نظر ۾ خاصو آهي.

مون هن ترجمي ۾ اکر اکر ڪونه ڏنو آهي؛ ڪي ٽڪرا ڪڍي ڇڏيا اٿم، ۽ ڪن جو اختصار ڏنو اٿم. پر ڇگو ڀاڱو، خيال ۽ ٻولي سوڌو، قائم رکيو اٿم. فائوسٽ جي ناٽڪ جا ٻه ڀاڱا آهن، مون فقط هن جو پهريون ڀاڱو ترجمو ڪيو آهي،

پيو ڀاڱو ٻه وڏو آهي، پر هن پهرين ڀاڱي جي ڪهاڻي جو ٻئي
ڀاڱي جي ڳالهه سان خير ڪو لاڳاپو ته ڏسڻ ۾ اچي. آتي
ڳالهه نئي ئي آهي. آتي ويس ڏاري نئي ڪي پيا آهن. آتي
مرادني ڪا ئي اهي، جنهن ۾ فائوسٽ دک جي آزمايش ڪانپوءِ
کو نئون جامو ٿو پهري. انهي ڀاڱي ۾ چوڻ ۾ ٿو اچي ته
باريڪ دماغي ڪوجنا آهي، ڪتابي علمن جا بحر ڪلمل آهن؛ پر
ناٽڪ جو مکيه ڀاڱو هي پهريون آهي، جنهن ۾ مارگريٽ جي
آڪاڻي تي هلي. گوئٽي ٻه هي ڀاڱا جدا جدا ڪري ڇپايا هوا.
گوئٽي جڏهن ١٧٦٩ ۾ ويهن ورهين جو جوان هو تڏهن هن
فائوسٽ جو ناٽڪ هٿ ۾ ڪنيو. سخت بيمارئي يونيورسٽي منجهان
اچي، فرئنڪفورٽ ۾ پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ رهيو هو. بيماري
جي ضعف ۾ گهڻو وقت هليس. انهي وقت هو ڪيميا ۽ جادوءَ
وغيره جا ڪتاب پڙهڻ لڳو. فائوسٽ جو ناٽڪ هن جي من ۾
صورت وٺندو ويو، پر قلم هن وري ٻه ٽن چئن سالن ڪان پوءِ
هٿ ۾ ڪنيو. ڪجهه ٿورو لکيائين، پر وري رکي ڇڏيائين.
٢٠ سال پي لکيائين، ته به اچا پهرئين ڀاڱي جو فقط هڪڙو
ٽڪرو لکيو هوائين جو ١٧٩٠ سال ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين، پوءِ
ته وڃي وڏين نوڪرين ني لڳو. بادشاهه ۽ شهزادا مٿس عاشق
هوندا هئا. وري ستن سالن ڪان پوءِ ناٽڪ هٿ ۾ ڪنيائين،
جو ته سندس دوست شلر مٿس زور رکيو. پوءِ به ١١ سال
رکي ڇڏيائين، آخر ١٨٠٨ ۾ گرنٿ جو پهريون ڀاڱو تيار ڪيائين.

ماڻهن ڪونه ڀانيون ته ڪو پيو ڀاڱو اڃا آهي. وري

۲۰ سالن کان پوءِ ٻئي ڀاڱي جو ڪو ٽڪرو ڇپائي پڌرو ڪيائين. آخر سال ۱۸۳۱ ۾ يعني ته شروع ڪرڻ کان ۶۰ سال پوءِ اچي سمورو پورو ڪيائين! پوءِ سيل مهر ڪري پيتي ۾ بند ڪري رکي ڇڏيائين. پويان ٿي سال سانده محنت ڪئي هئائين. هدايت ڪري ڇڏيائين ته هي سارو گرنٿ سندس مئي کان پوءِ ڇپجي. پر سال ۱۸۳۲ ۾ وري به ڪيڏي کوليائين، ۽ هڪ ڀڻ هند ٿوري ڦير گهير ڪيائين. ۲۰ ورهين جو ڇيرو هو تڏهن ناٽڪ هٿ ۾ کنيو هوائين، پر ۸۳ ورهين جو جڏهين جهور بزرگ ٿيو، تڏهين پورو ڪيائين، ۽ سڄو پڌرو ڪيائين. عمر جو تجربو هن گرنٿ ۾ وڌائين. اهڙو هي اعليٰ ڪتاب هڪ اعليٰ آستاد جو آهي. اهڙي آستاد جي لکٽي کي هٿ لائڻ شايد بي ادبي آهي. منهنجو ترجمو جو ترجمن ٿان ترجمو آهي، تنهن ۾ کي ڀلون هونديون. منهنجي ڪا مراد ڪانه هئي يا آهي ته آءٌ وڏن ترجمانن سان ٻڙ ميڇيان. منهنجي صرف اها خواهش آهي ته آءٌ سنڌ جي ماٺهن اڳيان، خاص ڪري سنڌي دانن لاءِ هن عجيب مال جو ڪو ماسو سنڌن خدمت ۾ عرض رکان. جي هيءَ شيوا قبول پيئي ته گوئٽي جي ٻئي ڀاڱي ۽ ٻين ناٽڪن جا ڪي اختصار سنڌين اڳيان رکندس.

جيٺمل پرسرام

# فائوسٽ

## ڌڻيءَ جي دربار

ڌڻيءَ جي دربار ۾ سندس فرشتا ادب سان ويٺا آهن. منجهن مکيه آهن، اسرافيل، جبرئيل ۽ مڪائيل. ڌڻيءَ جي براجمان ٿيڻ تي، سڀ اُٿي کڙا ٿا ٿين، ڪنڌ نوائي سلام ٿا ڪن، هڪڙي ڪي، پنهنجي پنهنجي فرض ادائيءَ جي پڌرائي ڪرڻي آهي. ڏيکارڻو آهي تہ سندس ڪاتي ۾ حڪم جي تعميل ڪهڙيءَ ريت ڪئي وئي آهي. اسرافيل سج نسبت، جبرئيل ڌرتيءَ نسبت، مڪائيل هوا نسبت، بيان ٿا ڪن. انهيءَ وقت ابليس بہ اچي ٿو حاضر ٿئي.

اسرافيل :- سورج اصل جي زماني وانگر پين پيمرن، تارن منهجہ پنهنجو مقرر ڪيل پنڌ ڪري رهيو آهي ۽ اجا تائين، گرجنا ڪندو ڦرندو رهي ٿو: فرشتا هنجي جوت سان نئين شڪتيءَ پورن آنند پائي رهيا آهن؛ سڀ گجهارت آهي. تڏهن بہ سڀ ڀلائي آهي؛ جنهن وقت جوت آد ۾ پرگهٽ ٿي، تنهن جهڙي ئي سَروَ- سُندرتا آهي.

جبرئيل :- ڌرتيءَ ٽڪري ٽڪري، لاڏوڻي وانگر اهڙو تيز ڦري رهي آهي، جنهن جو خيال ڪري نٿو سگهجي. منجهند جو آتي جلويدار روشني آهي، آن جو شان عجيب آهي؛ رات جو انهي جلوي جي جاءِ تي ڳوڙهي ڪاري هيبتناڪ رات آهي، غصي ۾ پريل سمنڊ گجي ٿو ۽ گجي ڪري ٿو؛ لهرون ٽپ ٽيون ڏين، دانهون ٽيون ڪن، جبلن کي عتاب ٽيون ڏين ۽ گهگهي آواز ۾ زور منجهان مٿن ڪاوڙ ٽيون چنڊين. لهرون ۽ پربت، سج ۽ تارا، بي انت چڪر ۾ ڏوڪيا هلن ٿا.

مڪائيل :- طوفان، طوفانن سان، پرجوش جڏ جولينڊا رهن ٿا. سمنڊ کان زمين تائين؛ زمين کان سمنڊ تائين؛ ڌرتيءَ جي چوڌاري، هڪ زنده زنجير، ڳوڙهي ڳتيل، ۽ گهاٽي مڙهيل، ويڙهي چڏي اٿن. ڦاٽندڙ گجگوڙ جا رهبر، تيز وڄون، موتمار چمڪات سان ڪارروايون ڪن ٿيون، ۽ اي پرميشور اسين تنهنجا نوڪر، توساڻ تنهنجي سديوي جوت ۽ شانت جي ڌارا ٿا اندر ۾ پائيون.

سڀ :- نئين شڪتي ۽ پورن آنند، ٿا ديوتائون تنهنجي درسن مان پراپت ڪن، سڀ ڳجهي ڳجهارت، پر سڀ پلائي آهي. جوت اد ۾ هر گهٽ تي، تنهن جهڙي ئي سترو سندرتا آهي.

ميفستو (ابليس) :- اي ڌڻي، جڏهن تون اسان وٽ ملاقات لاءِ آيو آهين، ۽ جڏهن تو مون سان اڳي وانگر ڪيڪار ڪئي آهي، مون کي معاف ڪج، جي آءٌ هتي گوڏا کوڙيندڙ، ڪنڌ نوائيندڙ. درٻارين جيان، نه ڪريان. هتي جي سنگت منهنجي

دائره کان ٻاهر آهي، هي صاحب مون جهڙن کي هت مرش
۾ ڏسي، ڏڪار جي مرڪ ٽا ڇپن تي چاڙهين. منهنجا ڏٿي،
اوچن گيتن ۽ گنڀير شبدن مان آءٌ ڪين ڄاڻان. جي آءٌ ڪٿي
ڪو درد ڏيڪاريان ته اهو چرچو سمجهڻ ۾ ايندو. قبلا، سڄڻ
۽ ڏرتين ٻابت مونکي ڪجهه به نه چوڻو آهي، آءٌ ته رڳو ڏسان
ٿو ته ڪٿن نه انسان پنهنجي زندگي، ماندگيءَ ۾ گهاري رهيا
آهن. انسان ڀاڻ کي ڏرتيءَ جو مالڪ ٿو ڀانئي، اگي جهڙوئي
آهي. جڏهين انسان جي حياتي شروع ٿي، تڏهين هوءَ،
عجيب غريب چيز هو. جيڪڏهين خدائي روشني هن کي
ڏيئي ٻنهه هن کي ڪاري نه ڇڏجي ها، ته جيڪر هن جي زندگي
بهتر ٿئي ها؛ هو انهي روشنيءَ کي عقل ٿو سڏي. هاڻ ڏسو
ته ان جو ڦل ڪهڙو نڪتو آهي. انسان حيواني مرونءَ کان
به بري ۾ ٻرو وحشي حيوان، آهي. معافي ملي، جي آءٌ انسان
جي مشابهت ڍڳهيءَ لنگريءَ تڏيءَ سان ٿو ڪريان، جي
تڏيون، هڪڙوئي سر پٽيون آلاپين، ڳاهه ۾ ساڳي ساڳي
يڪي ٻولي، چين چين ڪيو ٻيئون ٻي آراميءَ سان ٽپا ڇڏين.
اِهي تڏيون جي ڳاهه ۾ ٻيئون هجن ها ته به نهيو، ٻر هو
پنهنجو نڪ جنهن ڪن ڪچري وڻان لنگهن تنهن ڪچري ۾
ضرور ٿيون وجهن.

ڏٿي:- ٻس ڏوکي انهي کان سواءِ ٻيو ڪجهه چوڻو ني
ڪين آهي. هرهميش تنهنجي اها ڪؤڪار آهي. ٻس تنهنجي
نظر ۾ سڀ اونده آهي؟ تون ڀانئين ته ڪا، شي هن دنيا ۾
سنئون پند نه، ٿي ڪري؟

ميفسٽو (ابليس) :- ائين منهنجا ڏڻي، ڪابہ شيء نہ — ويچارا انسان، جهڙا آهن جوشيلا، تهڙا آهن ٻوڪ — مون کي ذري گهٽ مٿن رحم ٿو اچي.

ڏڻي :- تون فائوسٽ کي سڃاڻين؟

ميفسٽو :- ڊاڪٽر؟

ڏڻي :- هائو: منهنجو خادم

ميفسٽو :- سچ پچ، هو خدمت بہ نمونلي جي ٿو ڪري؛ آهي انساني ٻچو، پر تہ بہ سندس کاڌ پيٽ، تہ دنيا جهڙو نہ آهي. ٻوڪ — بلڪ هو وقت تي اهڙيون آميدون رکڻ کي ٻوڪپائي ٿو سمجهي — هاڻ هن جي من جو گهوڙو ڪيس دور ٿو گهمائي. هؤ آسمان کان ٿو مٿئين ۾ مٿيون تارو گهري؛ خود خيالي آهي، چريائي جيڪمن ۾ تـر جي ٻيو آهي، ڌرتيءَ کان، سهڻي ۾ سهڻي ڦل جي طلب ڪندڙ آهي. ٻوءِ آسمان ۽ ڌرتي ٻئي ڪٽي ڪيس ڪجهہ بہ ڏين تہ بہ دل ڊاپٽي ڪانہ آهيس.

ڏڻي:- هـائو، چو تـہ مؤنجهہ جي ماڳ ۾ ٿـو خدمت ڪري، انهي ڪري اڪثري منجهيل ٿو رهي. تڏهن بہ هن جـو ارادو صحي آهي. سمو جـلد ٿـو اچي، جڏهين هـن کي روشنـائي ڏي ونـي هلبو؛ سبزيءَ جا ٻهريـان آهچاڻ، ٻـو ر ۽ سڪڙيون، بهار جون آميدون ۽ انجام بتائين ٿا؛ جنهن وڻ ٻوکيو آهي ۽ زمين جـو ڄاڻـو آهـي، سو ٻنهنجي وقت تـي عمدو ميوو ڳوليندو ۽ پائيندو.

ميفسٽو:- پل منجهس اميدون رکو. ته ٻه رکندا شرط ته اوهين ڪيس هيٺر هيٺر ٻـ هٿان وڃائيندا؟ رکندا شرط؟ مون ڪي رکو جي هن ڪي پنهنجي نموني ۾ لالچائي گمراه ڪرڻ جي رخصت ڏيو، ته مون ڪي ڪو شڪ ڪونه آهي، ته آءٌ شرط کٽندس.

ڊٽي:- جيسين هو ڌرتيءَ تي جيئرو آهي، تيسين تو ڪي سموري ءَ ڇوٽ آزادگي آهي. انسان جو وقت ڌرتيءَ تي هيٺائي، پل ءَ جهڳڙي جو آهي.

ميفسٽو:- خوشي سان مون ڪي شرط قبول آهي، منهنجي دل مئلن سان ڪانه آهي؛ جيئرا جوان، ڳاڙهن ڳلن وارا منهنجي ڏند جي چشڪي لاءِ، عمدو گره آهن، پر مردو جي مون ڪي سڏڻ اچي ته منهنجي گهرڀ جواب اهو ملندس:- "آهيئي ڪونه." منهنجي راند آهي ٻليءَ ڪوئي واري.

ڊٽي:- موڪل تو ڏجي ته انهي آتما ڪي پهلي سندس آدي گهر کان، منهن ڦيرائي، ٻاهر ڪري، تون پاڻ وٽ قيدي رکينس، تان جو تو ڪي شرم ۾ قبول ڪرڻو پوندو ته:- "نيڪ انسان، پـل ڪٿي سندس اندريون، اڄاڻ جي ڪري، ڪڪرن هيٺ اچن، ته ٻه دل ڪري آن جو ٻانهو نه آهي. ڇا نيڪ انسان ۾ جا نيڪيءَ جي شناس آهي، سا ڪا هن ڪي ڇڏڻ واري آهي؟- اڙي، بلڪ ٻاري اونداه جي سمي ۾، هو ڏمس (اونده) ءَ ڏمس جي شڪتين سان لڙي تو؛ ڇو ته جا

جوت هو اچا ڏسي نٿو سگهي، سا هن کي ڀاسي پئي؛ ۽ جي هو آجو نہ آهي تہ بہ هو هن اڇرج روپي پنڊن سان جُڙڙي جوڙي ٿو.

ميفسٽو: آها ! اهي رڳو جذبا آهن، جن کي ڪا بہ دائميت ڪانہ آهي، اهي فقط ننڍڙيون جڙڙيون آهن. منهنجي رهبريءَ هيٺ ڇڏينس. مون کي تہ پنهنجي شرط کٽڻ ۾ ڪو شڪ ئي نہ آهي. اڙي! آءٌ کٽڻ سهل ڪيئن نہ خوش ٿي ڪان ڪان ڪندس! هن کي مٽي ڪائڻي پوندي، ۽ ڪائيندو بہ خوشيءَ سان. آنهي پهرين نانگ * جيئن جنهن آد کان وٺي پئي مٽي ڪاڌي آهي.

ڏٺي:- اتي بہ تون پنهنجي واٽ وٺ. تون هن ڪم ۾ چٽل آهين. آءٌ تو جهڙن تي نفرت سان ڪين ٿو نهاريان. منهنجي ڪم لاءِ اهڙا نوڪر ضروري آهن، جيڪي بہ مڪري روح آهن، تن مڙيني ۾ انسان جي مقدمي منجهہ وٺندڙ روح جو انهي مقدمي ۾ بيوقوف جي ويس ۾ بهرو ٿو وٺي، سو آهي جهونو گنهگار*. هن پلبيت جي ضرورت آهي. شيطان کان سواءِ، هي ڳجهارت بيهي ڪين سگهندي. ڇو تہ انسان جلد ئي سست ٿيو پوي، تنهن سست کي ڏنگ ۽

---

* هي آهو پهريون نانگ آهي، جنهن ڏاڏي آدم کي عدن ۾ گمراه ڪيو، نانگ ابليس جو روپ هو.

* جهونو گنهگار ابليس جو نالو آهي.

اڙيءَ جي ضرورت آهي. نہ تہ انسان، بيڪار عيش ۾ ڪِري ٿو پوي، ۽ هي سنگتي جو اُهو ڏيانس ٿو، سو ڪيس آتاري ٿو، ڌونڌاري ٿو، ڇڪالي ٿو، سو آهي شيطان، جنهن کي آرام نہ آهي.— (فرشتن کي) پر توهين ڏئي تعليم جا پاڪ پٽ اوهين هميشہ پيا **سونهن** جو ديدار پسو، اوهان سدائين روشن ۽ وڏيڪ روشن ٿيندا وڃو! هي **جبروت** جا چوڌاري آهي، هيٺ بہ آهي ۽ مٿي بہ آهي، جا سدائين آهي ۽ چست آهي، ٻي **انت** آهي، سا اوهان کي پريم جا پٽا پائي، سدائين خوشي بخشيندي. ۽ سڀ جيڪي چلائمان آهي، سڀ جيڪي انتوار آهي، جو من جي اڳيان موهيندڙ سايا پکيڙي ويٺو آهي، تنهن کي اوهين **ويچار** جي زنجير سان سدائين قابو رکو.

(دربار برخواست ٿي ٿئي، ۽ فرشتا وڃن
ٿا هليا)

ميفسٽو:— (اڪيلو) مون کي خوشي آهي تہ اُهو هنکي ڪڏهن ڪڏهن ملي سگهان ٿو؛ ڪهڙو نہ فضيلت وارو آهي؛ مونکي هي اسانجو نيڪ پيو سردار قدري پسند آهي. ڏس تہ شيطان سان بہ پاڻ ويهي ڳالهيون ڪيائين؛

# رات جو سمو

( هڪ اونچي ڪمان واري عمدي ڪوٺي آهي، جنهن ۾ ميز جي اڳيان فائوسٽ ويٺو آهي.)

فائوسٽ :- افسوس! ڪهڙو علم مون ڇڏيو فلاسفي، قانون، طب: ۽ پڻ کوڙهي علم الاهيءَ ۾ پڻي مٿو هنيو اٿم، ڪيڏا نہ جوش ۾ پرجي پورهيا ڪيا اٿم. نتيجو آخر ڪهڙو آهي! وڏي پوک وانگر آهيان ـــ بيهودن ڪتابي بوجن جي پٽ ـــ . اجهو آءٌ هت ويٺو آهيان، هن منهنجي مدرسي ۾ ڪيڏو نہ. منهنجو ٺالو آهي. سڀ مونکي هڪ اچرج ڏيا سمجهن. ڇي تون عالم آهين، حڪيم آهين. گذريل ڏهن سالن کان، مون منهنجي شاگردن کي پئي پاڙهيو آهي. الڪلي اڪرن سان پئي سندن من مڙهيا اٿم ۽ هاڻ آءٌ آنهي منزل تي پهتو آهيان، جتي ائين ٿو سمجهان تہ ڪنهن بہ ڳالهہ جو ڄاڻ ٿي نٿو سگهي! هي خيال منهنجي اندر کي ساڙي رهيو آهي. رواجي

حڪيمن، مصنفن، مولوين ۽ فيلسوفن کان مون وڏيڪ علم پڙهيو آهي، هر ڪنهن علم جون اونهايون مون ڳولهيون آهن؛ پرم ۽ پيا وهم مون کي ڪين ٿا آزارين، نڪي ڪي مون کي ڪنهن روح يا شيطان جو ڊپ آهي، پر منهنجي دل جو آرام سڀ ڦٽي پيو آهي. جيڪي ۽ مون ڄاتو ٿي، يا ڄاڻيو ٿي ته ڄاڻان ٿو، سو مون کي هاڻ بي معنيٰ ۽ ڪوڙو پيو معلوم ٿئي. دل ۾ اها جا اميد هيم ته منهنجي وقت ۾ آءٌ انسان ذات کي علم بخشيندس ۽ اونچي منزل تي آڻيندس، سا اميد ۾ مري ويئي آهي.

ني ته دنيا جي مون ڪا ۽ خوشي ڪانه ورتي، نه اختياري، نه درجو، نه خزانو، ڪا هڪڙي خوشي مون ڪانه ورتي، باقي جيڪا علم جي خوشي، تنهن کان به مان رهت ٿي رهيو آهيان. آءٌ جي ڪٿي ڪتو هجان، ته به ڪتو به ڪو هيئن رهي سگهي؟ انهي ڪري هاڻ آءٌ جادوءَ کي لڳي ويو آهيان، سخت ۽ تحمل واري همت سان، علم غيب کي جنبي ويو آهيان، انهي لاءِ ته مون کي ڪنهن روح کان آهي اونهون حقيقتون حاصل ٿين جي پهن کي نا معلوم آهن، جن ڳجهارتن تي مهر لڳل آهي. اهي ڳجهه ٻاڻي، پوءِ تعليم ڏيڻ شروع ڪندس، جنهن جو مون وٽ حصو هيئنر نه آهي.

اڙي، زمين جي اندر ڇا آهي، تنهن تي هڪ واريءَ ر ڳو ڪا نظر هڻي سگهان، ۽ سندس اونداهي تري جو پتو لهي سگهان! جيوت جا ڦندڙ ٻج جر ڪان اکر ڏسي سگهان، ۽ قدرت جي مخفي

ڪارروائي صحي ڪري سگهان! پوءِ هي بي آرامي پيدا ڪندڙ تپ لهي وڃي.

اي سونهن پريا چنڊ! اهاِ، شال تنهنجا وڻندڙ ترورڙا منهنجي دکي پيشاني تي آخرين دفعو چمڪن! گهڻئي دفعا هن ميز جي پر ۾ اڌ رات جو، مان تنهنجي روشنيءَ خاطر اڪيون ڪٽي ويٺو هوندس، اڻ ڳڻ دفتر آتلائي ٽڪجي پيو هوندس، سوءِ ڪتابن جي ڍڳن ۾، ڪاغذن منجهه مايوس ٿي رهيو هوندس. آن اڪيلائي وقت، تون دوست، جو اواهرن جو واهرو آهين، مشڪندو اندر ٿو اچين، ۽ پنهنجي مٺي منهن سان آٿت ٿو ڏين. اڙي جيڪر ڪنهن آتاهينءَ چوٽيءَ تي، تنهنجي روشنيءَ ۾ پيو رهان، ته واه واه! جبل جي غار چوگرد، روحن سان گڏ آڪاس ۾ پيو تران، خيال جي پورهيي ڪان، دل جي مايوسيءَ ڪان، ۽ اڻ چاڻ ڪان، آجو ٿي پوان؛ تنهنجي نرم ماڪ ۾ پيو غسل ڪريان، ۽ من جي صحت ۽ آرام حاصل ڪريان.

افسوس! ڇا اڃا آءٌ هن موڳيءَ ڪوٺيءَ ۾ آهيان، جا ڇت سوڙي، جهونن ڪتابن هان ڀري پيئي آهي، جن ڪي ڪينئان ٽڪي ويا آهن. رکيو آهن شيشا، اوزار ۽ ڪچرو. ڇا فائوسٽ، اها آهي تنهنجي دنيا! اڃا پيو تون پڇندين ته ڇو تنهنجي بيمار دل ٿي هيئن دڪ دڪ ڪري، تون زنده دنيا ڪان ڀري ٿي هنن مئلن ڀرزن ۾ اچي گهاريو؛ وڻندڙ نظارا جي ڌڻيءَ انسان لاءِ جوڙي انسان ڪي بخش ڪيا آهن، تن ڪي ڇڏي، تو اچي، حيوانن ۽ انسانن جي هڏن تي پاڻ پتوڙيو

آهي. بس، بس. ٻري، ٻري. هن ٻي هڪ ڪتاب "نستردامس"
جي ضرورت آهي، هن ۾ جادوءَ جا ڪجهه ٻڌايل آهن، هي ئي
منهنجي اوٽ ۽ منهنجو آسرو ڏيندو. اي فائوسٽ، تنهنجي اکيان
هينئر تارن جا پند به ڪجها ڪين آهن. بس تون هاڻ قدرت
جو سَنُ لهي سگهندين، بس بس، تون هنن جادن جي، نشانين
اکرن، گولن ۾ ليڪن تي ويهي ويچار ڪر. اچو تڏهن اوهين
روحو جي سونکي ٻڌو ويٺا سي اچو، اچي سونکي جواب ڏيو.

(نستردامس جو ڪتاب کولي ٿو ۽ ڪُل عالم جي نشاني
ڏسي ٿو ته سندس ڪپاٽ کلي پيا آهن).

حيرت! ڪيئن نه پل پل ۾ ٿي منهنجي حواسن ۾ نئين
حياتي پوي، سون ۾ وري ٿي جوانيءَ جي پرم ڦٽي، منهنجي
رڳ رڳ ٿي وري سوج ۾ اچي. ڇا ڇا، جنهن هي ڪتاب
جون نشانيون لکيون، سو ڪو سلائڪن سان هو ڇا؟ منهنجو
روح هينئر راحت ۾ آهي، منهنجي چنل دل هينئر خوشيءَ ۾
پُر آهي. هنن جادوءَ جي ليڪن سان قدرت جون ڳجهون
طاقتون ٿيون پڌريون ٿين. ڇا آءٌ به ڪو تڏهن ديو آهيان؟
ڇا، انسان جي فنا نظر به، روشنيءَ جو هڙو جلوو جهلي
سگهي ٿي. هي سائيٽا اکر ڪهڙا نه صفا آهن، قدرت پنهنجي
هرڪا ڪارروائي منهنجي اکين اڳيان کولي رهي آهي. ڇا
هي جلو يدار ديدار سچو آهي؟ تڏهن سيائي جا قول پڌرا آهن،
جن جي معنيٰ آءٌ هيترو وقت سمجهي نٿي سگهيس:—

روحن جي جهان ڪي، ڪَڪر ڍڪي نٿا سگهن، انسان جي اک جـَهڪي آهي، ڏسي نٿي سگهي، انسان جي دل سُتل آهي، لکي نٿي سگهي، تون جو چاڻ ڏرگهرين ته هي چا آهي.

”ڌرتيءَ جي دل ڪي، صبوح جي لالاڻ ۾ ڏوهه جيسين ڌرتيءَ جا داغ سڀ غائب ٿي وڃن“

(وري به ڪُل عالم جي لشاني ڪي ڏيان سان جانچي ٿو)

اچرج ! ڪيئن نه هي جادو، قدرت جا مخفي طريقا ٿو سنهنجي اکين اڳيان پڌرا ڪري: ڏس! سڀ شيون، هڪ ٻئي سان ميليون پيئون آهن. هرڪا پنهنجو وجود ٻئي کي ڏئي ٿي، ۽ سڀ واري سر هڪ ٻئي تي آڌار رکن ٿيون. عرش جا ڪاروباري هيٺ لهن ٿا، وري عرش ڏي وَرن ٿا، تَرن، ڪِتجن، آڇن، چڙهن، ٻڏن، ڪن ٿا. هرڪو هر ڪنهن کان وٺي ٿو، هر ڪنهن کي ڏئي ٿو، هرڪو سونَ (جوت) سان پرجي ٿو. هوا ۾ زنده لهر جي آٿل آهي، سُک جو ساه ڪجي ٿو، هر جاءِ تي ابي انت سانت آهي!

واه واه- ڪهڙو نه ديدار - ڀر رکو نماءُ چا - انسان جي دل ابي حد قدرت کي ڀاڪر منجهه ڀري سگهي ٿي؟ ڀاڻيءَ جو چشمو، ڀريو ڀيو آهي؛ هر جاءِ تي ساڳيو آهي؛ ڪشادي آسمان کي، ڀرپور زمين کي، ۽ هرڪو ڀرائي جو منجهس وسي ٿو، تنهنجو آڌار آهي، تنهنجي خوشي آهي.

اڙي! هيءَ مُئل دل جي توکي ڪٿي ويجهو سمجهي!
ٻالڪ جيان هيءَ دل نماڻي توڏانهن وَري ٿي: مِٺي آبِ حيات
ترقي ٿي، تنهنجي مادري ڇاتيءَ ۾ گذارڻ گهري ٿي. جنهن
تسليءَ جي مونکي طلب آهي، سا مونکي تون ڏين ٿو، جنهن ڪاڏي
جي مونکي بُک آهي، سو مونکي تون بخشين ٿو.

(هيءَ آرامي ۾ نستراڊم جا صفحا ورائي ٿو، تان جو
سندس اک، قدرتي روح جي نيشانيءَ تي پوي ٿي.)

هن نيشانيءَ جو اثر وري منهنجي هِن هُت ڏسي ڪهڙو
نه ٿئي ٿو! قدرتيءَ جو روح. منهنجو سڀاءُ ئي ساڳيو آهي.
اڙي تو وانگر آهي! ڪهڙو نه بي ڊپائيءَ سان آءٌ هي نشاني
ٿو پڙهان، هيئنر ٿي پيو پاڻيان، ته نيون طاقتون حاصل ٿيون
اٿم. اِئين پيو پاڻيان ته ڄڻ شراب سان منهنجو مٿو ٻاهه وانگر
ٿو ٻري: مونکي ڪمي، هاڻ ڪمي، جوشيلي زندگي: پيلي دنيا جي
چريائي مونکي ونئي وڃي. آءٌ پيو پاڻيان ته، منهنجي روح
منجهه طاقت پيدا ٿي آهي، مون ۾ هيئنر اهڙا خيال آيا آهن،
جو آءٌ پاڻيان پيو ته قدرتيءَ جا بوجا کڻي سگهندس — گناهه جا
توڙي ثواب جا. آءٌ طوفان جي ٺوڪ سان، جڏهن جولي سگهندس
۽ جتي ٻوڙ پنهنجا ڏند ڪرٽي ٿي، آتي آءٌ لهرن ۾ گهري
سگهندس.

هاڻ، ٻر هي ڇا ٿو ٿئي، ڇوڏاري سردي، ۽ ڪارنهن ٿي
وڃي آهي، چنڊ پنهنجا ڦرورا واپس ورتا آهن! ڏئي جي

ڏ لڪندڙ روشني ٿئي ڏ ڏي: جهڪي ٿي ويئي، ۽ مري وئي .
آءُ پنهنجي مٿان، آسمان مان، ڪا سيالي پيدا ڪندڙ هيبت،
هيٺ ايندي ٿو ڀانيان: جا منهنجي خون کي پگهاري، برف ڪيو
ڇڏي؛ تون آهين، ڌرتي جا روح تون وڃهو آيو آهين ۽
منهنجي مٿان پيو واسو ڪرين. روح! منهنجي اکين اڳيان
پڌرو ٿيءُ. — ڪيئن نه منهنجي دل ڏري ٿي، منهنجا خيال
حيرت ۾ پوساڻجي رهيا آهن. منهنجو هرڪو حواس ۽ هرڪو
جذبو ڇڪيو تانيو اٿو آهي، تون پڌرو ٿي ته تنهنجي مرحبا ڪن.

روح، منهنجي دل، منهنجي دل تو کي اپيل آهي.
تون پڌرو ٿيءُ. انهي پڌرائي جي بدلي تون پل هي ساهه
وٺين، پر مون کي تنهنجي شڪل ضرور ڏسڻي آهي.

(ڪتاب جهلي ٿو، ۽ روح جي نيشاني آچاري ٿو: ڏسي
ٿو ته هڪ ڳاڙهي روشني ٿي ٻري ۽ ڳاڙهاڻ ۾ روح ٿو ڏسجي.)

روح :— ڪير ٿو مونکي سڏي؟

فائوسٽ :— (منهن ڦيرائي) هيبت جي شڪل، ٻري ٿي!

روح :— منهنجي ڏورانهين ديس مان تو مونکي پڌرو
ٿين لاءِ مجبور ڪيو آهي، تو مونکي چوسي هيٺ آندو آهي؛
مونکي آتان زبردستيءَ سان گهيليو اٿيئي ۽ هاڻ —

فائوسٽ:— مان ڏڪان ٿو، پوءِ ۾ ڌران ٿو.

روح :— منهنجي منهن ڏسڻ لاءِ منهنجو آواز ٻڌڻ لاءِ

تون ماندو هئين، آتو هئين، تنهنجي جيءَ جو زور پريو حڪم تو مونکي تو وٽ نمائي. آءٌ هتي حاضر آهيان ـــ هيننر ۽ هتي. ڪهڙي ڊپ توکي ورتو آهي؟ توکي ـــ جو تون، انسان ڪمان وڏيڪ آهين ـــ اهڙو جيرو جيؤ ڪهڙو آهي، جنهن کي همت آهي انسان روحن کي سڏ ڪرڻ جي؟ اهڙو جيؤ ڪٿي آهي، جو ويچاري، رٿي ۽ پنهنجي دنيا پيدا ڪري سگهي. فائوسٽ تون ڪٿي آهين؟ تنهنجا آچار هئا، جي ڪيهنڊ جيان مون وٽ پهتا؟ ڇا تون آهو ساڳيو آهين، جنهن جا حواس هيننر اهڙو ته خطا ٿي ويا آهن جو ساڻ سنجهي ويو اٿئي، اڙي خسيس سرندڙ ڪيٽان!

فائوسٽ:ـ ڳاڙها روح، آءٌ تو پيءَ ڏکان ٿو، آءٌ آهو آهيان، مون توکي سڏيو، آءٌ فائوسٽ آهيان، تنهنجو شريڪ آهيان.

روح:ـ آءٌ آهو آهيان، جو زندگيءَ جي لهرن ۾، هل چل جي طوفان ۾، ڪم جي جذبي ۾، باه ۾، هوا ۾، هيتي ۽ هتي، هلان پيو ۽ رلان پيو. جنم ۽ موت، اپار سمنڊ، جنهن جي موج هميشه لڳي پيئي، انهن سڙني مٿان، ۽ سڙني جي هيٺان، حياتي جا ڦيرا آءٌ تو آڻاريان، آءٌ تو آڻيان.

ڪال جو آڏاڻو، بنا بيهڪ جي، آءٌ تو ڦيرايان،
ساڻيءَ سنڌو، جيوت ـ جبو، آءٌ تو آڻايان.

فائوسٽ:ـ تيز روح، تون سدائين ڪشادي جهان جي

گرد ٿو ڦرين، آءٌ پاڻکي ڪهڙو نہ تنهنجي وبجهو ٿو ڀانيان.

روح :- اي انسان، تون آنما آهين، جنهن کي تون
لکين ٿو، نہ مان. ( گم ٿو ٿي وڃي )

فائوسٽ :- (سونجهاري وس ٿي ) تون نہ! تڏهين ڪير؟
آءٌ! ڏڻيءَ جو پاڇو! ۽ بلڪ تو جهڙو نہ!

( ڪڙڪو ٿو ٿئي )

ڪرسٽ جو قسم، هي ڇوڪر منهنجو شاگرد آهي، اجهو
آيو آهي منهنجي هوائي مزنانن کي نيڪالي ڏيڻ. بس هن
جي اچڻ تي، منهنجي حواسن اڳيان سڀ غائب ٿي ويو.
( شاگرد ڪجهہ ڪائنس پڇي هليو وڃي ٿو )

## اندر جو آزار

فائوسٽ جي اندر ۾ مونجهہ هئي. فائوسٽ ڦٿڪي رهيو هو.
۽ جيو فاسٽ جي من کي وڪوڙي رهيا هئا. سندس آتما
جو لاڙو چڱائي طرف هو، هو دنيا جا رواجي ڏنڊا ڦٽا ڪري،
علم جي پٺيان لڳو هو. پر فائوسٽ جي ڳولا من جي هئي،
هن جي تلاش دماغي هئي. دماغ آها شيءِ آهي، جنهن جو
واڌارو ضروري آهي، پر انهيءَ سان گڏ جڏهين انسان پڌي
ڪلي، هن جي اندرين جوت جاڳي، تڏهين هن کي آرام اچي.
اها پڌي، اها اندرين روشني هن کي تڏهين ٿي پراپت ٿئي،
جڏهين هو پاڻ هٿي کي ڇڏي، سوارٿ کي ترڪ ڪري پاڻکي
پرمارٿ ۾ داخل ڪري ٿو. فائوسٽ رواجي آتما نہ هو، هو

پر عو اجا دماغ جي دونهي ۾ داخل ھو، ھو اجا دل جي درياه ۾ ڪين گھڙيو ھو. دماغ بلڪل ضروري شيء آھي، جو ته دماغ خود ارادي، ۽ خود شناس ڪي اساھي ٿو، پر انهيء دماغ ڪي جڏھين بصيرت ( ٻڌي ) حاصل ٿئي، تڏھين انسان سمجهي سگهي. اها نوراني شيء جيسين ھنڪي حاصل نه ٿي آھي تيسين ھو ڪارھن جو پنڌ ڪرڻ ڪري، گمراه ٿي وڃي ٿو. علم ٻن قسمن جو آھي، ھڪڙو علم سفيد آھي، اھو پنڌ راه راست جو آھي. ٻيو علم خوديء جو آھي، ڪاري جادوء جو آھي. اھي ڪارو ۽ اڇو ٻئي انسان ڪي لڳل آھن. ھرڪو انسان وڏي مقدمي يا آزمايش مان لنگھڻو آھي. فائوسٽ جي اندر ۾ به اھا ڦٽڪ ھئي. "ڌرتي" جو روح جنهن جي جزن مان انسان جو جسم ٺهيل آھي، سو فائوسٽ ڪي ھيٺ ڪيرائڻ لاء سنپري آيو، پر فائوسٽ ۾ جا ٻي نوراني شيء، ھئي، تنهن ڪيس آگاه ٿي ڪيو ته متان انهيء ڌرتيء جي روح جي پٺ ورتي اٿئي. تو ڪي ڪهي ته تو ۾ جو آسماني، نوراني روح آھي تون ان ڪي وٺ.

قدرت جو اھو قانون ٿو ڏسجي، ته ھر ھڪ انسان، ڪي آزمايش جي باه مان لنگھڻو آھي ۽ پوء ھو پاڪائي جو پسند ڪري ٿو. فائوسٽ ڪي به انهي باه مان لنگھڻو ھو. ھو ھاڻ انهي نازڪ منزل تي آيو ھو جتي شيطان جو اثر ھن تي غالب پوڻ تي ھو. فائوسٽ پانيون ھو ته بس ھاڻ اچي ڪوٺيء ۾ دنيا ڪي ترڪ ڪري ويٺو، ته مٿس دنيا جو اثر پوندو ئي ڪين.

"ڦستراڊم" جي ڪتاب ۾ ڪل عالم جي نيشاني ڏسڻ سان، هن ۾ جيڪا ڦونڊ پيدا ٿي هئي، تنهن ۾ پانيون هوائين ته بس مون وڏي وٿ حاصل ڪئي، پر پوءِ جڏهين ڌرتي جو روح مٿس غالب پئجي ويو تڏهين بيحد پشيمان ٿيو ۽ اڪيلائي ۾ پڪارڻ لڳو:-

ڌرتيءَ جو ڀاچو! مون پانيو هو ته ڌرتي جي اِسٿول چڪ ڪان، پري ٿي سوڪيم اوستا ۾ پهتس، ۽ آءٌ هاڻ ميءَ جو پتلو ڪين آهيان، مون آڪاس جي جوت پراپت ڪئي آهي، مون سچ جو درسن ڪيو آهي، بس آءٌ فرشتن ڪان مٿي چڙهيو آهيان. قدرت جي لهر مون ۾ چست هلڻ لڳي هئي، تڏهن آءٌ قدرت هلائڻ لڳس.

(اڙي، چو، انسان هر ڳالهه ۾ اعليٰ ڪين آهي!)

افسوس هڪ پل ۾ اعليٰ، هڪ پل ۾ عبد. آءٌ وري به بي آراميءَ جو شڪار ٿي رهيو آهيان. ڪو ڪونه آهي جو مونکي سمجهائي ته آءٌ ڪهڙي ڳالهه ڪان پاسو ڪريان! اندر ۾ چڪ ٿي آئي. بس آءٌ پاڻ کي ڇڏي ڏيان؟

افسوس، انسان جي آتما ۾ ڪهڙي نه پوتر تائي آهي ته به غير ۾ لڳو رهي ٿو.

جڏهن آميد جي تازگي ٿي آئي، خيال جو پکي پنهنجا پَرَ چوٽ ٿو پکيڙي، ائين ٿو ڀانئي ته منهنجي ڪشادي پکيڙ هيٺ سارو برهمانڊ سمائجي ويو آهي. پر جڏهن سندس

نصيب منهن ٿو موڙي، تڏهن انسان لاءِ ننڍڙي ڪنڊ
ڪافي آهي. حياتي جي عجب چڪر ۾ جا به شيءِ اسانکي
پياري هئي، سا ڦٽيو ٿوي! ڇاتيءَ ۾ **چلتا** اچو پنهنجو آ ڪيرو
ڪري، ٿي آرامي سان ويو جهوڙلي ۽ سڀ آرام نڪريو وڃي.
ڳجهو سور اندر ڪي لڳيو وڃي، تان جو سڀ خوشي ۽ آرام
گم ٿيو وڃن. هوءَ روز بروز ڪنهن نه ڪنهن نئي ڪيڏ
سان طبيعت کي آزمايو وڃي. گهر ٻار، زال، سڀ ٻاهر،
زهر، ۽ خنجر وانگر پيا ڀاسن. پيون مصيبتون، جي اچن ٻه
ڪين ٿيون، ته به آرام ڦٽايو ڇڏين. نه نه آءٌ ڪو ديوتائن
جهڙو ڪين آهيان؛ نه! نه! آءٌ ته ڏڪان پيو؛ آءٌ ته سمجهان
ٿو ته آءٌ ڪين جهڙو ڪينئون آهيان؛ ڪينئون آهي به مٽي،
رهي به مٽي ۾ ٿو؛ اتفاق سان ڪو پير لڳي ويس ته نابود
ٿيو وڃي.

هي مڪان جتي آءٌ رهان ٿو، سو مٽي ڪين آهي؟ هي
قيدخانو، مونکي کهڙي حياتي يا خوشي بخشيندو؟ هي
منهنجي بيمار اک، جيڏانهن ٿي نهاري، تيڏانهن رڳو ڪتابن
جا ڍڳ لڳا پيا آهن، هڪ ٻئي مٿان ڪتاب جارن تي چڙهيا پيا
آهن، اهي به مٽي آهن. ڇا آهي حياتي، فقط هڪ مرض آهي.
هن مٽي ۾ رهي، منهنجو تن ۽ منهنجو من، ٻئي ٻر ٿيو پون.
مونکي علم منجهان وريو ڇا. هي علم جا اوزار سڀ مون
تي ٺٺولي ڪين ٿا ڪن!

اوهين وکيان جون ڪنجون، آءٌ قدرت جي دروازي وٽ

اوھان جي مدد لاءِ ٻيٺو آھيان، ھر دروازي تي سنتري ٻيٺل آھي، ڪلف اھڙا تہ ڦابو لڳل آھن، جو ڪلن نہ ٿا. تڏھن ھن جفا ڪشيءَ جو سود ڪھڙو ؟

تڏھن جيڪي سون وٽ وڃي ٻڌيو آھي سو ڇسو نہ آ؟ آڏاڻي موج ڪريان. جيڪي ما ٺٽن ڪان ورٺو مليئي سو خوب آڏام؛ انھي ريت ٿي انسان، ڪنھن ٻہ شيءِ کي پنھنجو ڪري ٿو سگھي. جا شي ڪم نٿي آڻجي سا انڪ ٿيو ھوي؛ جا شيءِ ماڻجي نٿي سا ٻوجو ٿيو ھوي.

# فنا جي شيشي

فاسٽ ويچارن ۾ غلطان آهي؛ ڪڏهن هيٺ ڪڏهن مٿي. جڏهن منجهس مچندي ٿي وڃي، ڪڏهن جوش ٿو اڇليس، ته ڪڏهن مايوس ٿو ٿئي، اها چتا پيئي سندس اندر کي ماريو ڇڏي. آخر جڏهن بلڪل ڪڪ ٿو ٿئي، تڏهن نظر وڃو ننڍيءَ شيشيءَ تي پويس، جنهن شيشيءَ ۾ آها شيءِ پيئي آهي، جا وٺڻ سان، هٿ جا بند خلاص ٿي سگهن ٿا، موت جي ملڪ ڏانهن انسان دم ۾ روانو ٿي سگهي ٿو. فائوسٽ نا اميدي جي ارواهه ۾ غرق آهي ۽ ڪنهن وقت انهي شيشيءَ کي هٿ ۾ ٿو کڻي ۽ چوي ٿو:-

”اي شيشي، پياري شيشي! آءٌ تنهنجي مرحبا ٿو ڪريان، آءٌ تنهنجي عزت ٿو ڪريان، تون ئي ڪماليت جي پيدائش آهين. تو ۾ منهنجي آخرين اميد آهي. تون منهنجو واهرو ٿي، سچي صنڪتڻ ٿي؛ تون پنهنجي پرائي خاوند کي انڪار ڪيئن ڪندينءَ! تو تي نهارڻ سان، سور مانو ٿو ٿئي؛ جنهن جي ٻار موڙڪي جهڪائي ڇڏيو هو، سو ٻار هاڻ گهٽ ٿو پائنجي. تو کي ٿو هٿ ۾ کڻان؛ تون ئي وفادار دوست آهين. تو کي هٿ ۾ کڻڻ سان، اندر

جي جڏ جا منهنجي جيوت جي شڪتين کي ڪا ٿي رهيي هئي،
تنهن جي جاء تي هينئر آرام آهي، منهنجي جيء تي جا سورن
سوج چاڙهي چڙي هئي، سا سوج هاڻ لهندي ٿي وڃي. آءٌ
پيو پانيان، تہ حياتي ۽ سوجهرو منهنجي اکيان سا گر جيان پاڻ
پکيڙيو بيٺا آهن، ۽ روشني جي چمڪ سان، مونکي چون ٿا پلي
آءُ. منهنجي پيرن جي پرپر هي سمنڊ روپي شاندار آرسي لڳي
پيئي آهي؛ مونکي مرڪ سان نينڊ ٿي ڏئي تہ آءٌ — پيا بہ
ڪنارا آهن، پيا بہ آسمان آهن.

ڏسو! اگنيء جو رٿ آهي؛ جو آهستي ٿو هيڏانهن اچي؛
اندر منجهہ آهي ٿا آڏامڻ جا آڌما آٿن؛ جي هسن مٿي جي
پالڪ کي آزاد هوا ۾ ڪنيو ٿا وڃن. آءٌ انئين پيو پانيان تہ
منهنجا بند اجهو ٿا خلاص ٿين. اگتي نوان ديس ڏسو!
اگنيء جو رٿ آهي؛ جو آهستي ٿو هيڏانهن اچي، اندر منجهہ
آهي ٿا آڏامڻ جا آڌما آٿن؛ جي هن مٿي جي پالڪ کي آزاد
هوا ۾ ڪنيو ٿا وڃن. آءٌ انئين پيو پانيان تہ منهنجا بند اجهو
ٿا خلاص ٿين. اگتي نوان ديس آهن، نوان مارگ آهن، جتي
ست جي ڪار هلندڙ آهي. شڪتيون پيئيون آهن جنجو انيؤ
اچا نہ ڪيو ويو آهي. چوڌاري حياتيء جو پندار پرپور آهي؛
ايشوري آنند آننت آهي!

ڇا تون ڪيئون آهين؛ پوء بہ مهڙو آنند توکي
بخش ٿيل آهي! تڏهين تون رکيو ارادو ڪر، تہ اهو آنند
تنهنجو آهي. هاڻ تڏهين موڪلاء موڪلاءِ سچ ڪان؛ مهربان

سچ ڪان ۽ هن مرڻ ندڙ زمين ڪان: رکو هڪ پل، فقط هڪڙو، پوءِ اچي ٿو پيو جنم! جت پيا ٿا موت ڪان ڀڄن، تون آت جيوت ڪي پاءِ، پنهنجي طاقت جي ماپ وٺي، پيچ بند، پيچ بند، مکت جو دوار ٿون کشادو کول. منش ٿي، منش ڪرم سان چٽو ڏيکار، ته منش آتما ۾ ايڏي سمرٿي آهي جو ايشور جي اک سنمک ٿي سگهي ٿي، ۽ جهڪي ڪين ٿئي ٿي؛ ايها ئي ڏهو، من جي سڌو سنمک.

متان ڏکيو آهين، هي مرض سڀ من جا آهن، هي ايذاءُ سڀ خيال جا آهن، جو اڻ هوندا اوڙاه ٿو پيدا ڪري، جن ۾ پريتن ۽ ڀوتن جون ڪيڪون ٿيون پڌجن: هي نرڳ سڀ خيال جو آهي ۽ جنهن نرڳ کي ڏسي ٿو، سو نرڳ به پاڻ آهي. هاڻ همت ڪر. لنگهي پؤ سوڙهي دروازي مان، جتي نا اميدي سنتريءَ جيان بيٺي آهي؛ ڪوه خوف ڪونه اٿيئي!

ارادو ڪر، هن اوچ سمي ۾، خوش مزاج ٿي، فتح جو آ ٿي قدم ڪڻ، مضبوط ٿيءُ، سڀ ڏپ آ ڇلائي ڇڏ- ۽ پوءِ پلي پاڻ کي ڇوٽ ڇڏ— انهن جي ٿي پوي ته— ناه جي درياه ۾ پاڻ وهائي ڇڏ!

اي تون صفا چمڪندڙ، پراڻي پهالي، تون پلي آئين ه! هاڻ ڪاريءَ وهڪ سان پاڻ کي پر؛ اهڙو منهنجو ارادو آهي! هي موڻ ملايو آهي، ۽ هيءُ آءُ پيئندس. هيءُ آهي منهنجي پوئين سرکي هن جهان ۾، ارهڻ ٿو ڪريان (جيءَ سوڏي،

جان سوڌي) صبوح جي سج کي .

( پيالي ٽو چپن تي رکي )

فائوسٽ اُهو پنهنجن چپن تي پيالي رکي ٿو ته گهنڊ وڄندا ٻڌائين، فرشتن جي راڳ جا آواز ڪنن تي پون، اهو راڳ جو ڪرسٽ جي پوتر ڏينهن ايسٽر تي ٻڌو آهي . انهي غيبي راڳ فائوسٽ جي تنل هينئين تي ٺار وڌو . فرشتا چئن انهي ڪوشش ۾ هئا ته فائوسٽ جي من تان بوجو لهي . هنڪي راڳ ۾ آٿت ڏيڻ لڳا ته تون پاڻ نه ولوڙ، دل کي همت ۽ تسلي ڏي، دک لهي ويندو . ڪرسٽ قبر مان اٿيو آهي . اهار آنند جو پيا ڪي آهي . هن جي ڪاڻ هينئر ماندي، ڏرتيءَ جو ڏک ۽ فاني انسان جون ڪٿيون فا موجود آهن . هن هاڻ قبر جا سخت تاڪ پڇي پڇي ڦٽا ڪيا آهن .

قبر قيد نه آهي

سائين اٿيو آهي

فائوسٽ جي دل تي وڌو آٿت پيو . هو پاڻ کي چون لڳو:- ”اها، ڪهڙا نه مٺڙ آلاپ، سرڳ جا آواز! ڪهڙو نه سندن اثر آهي، خواهين چپن تان، پيالي کي اسي پري ڪيو ڇڏين! پلي وڃا هي سيا ڳا گهنڊ ; پوتر ايسٽر جي آنند ڏيندڙ صبوح جي ڏا مرحبا ڪن . اوهين خوشين ۾ پرپور فرشتا، اوهان جي آلاپ مان آٿت جي ڌارا وهڻ لڳي آهي . اهو راڳ جو ڪنهن وقت فرشتن قبر جي چوڌاري اڌ رات جو ڳايو هو جنهن ۾ هڪ نئي مڪتي جو انجام ۽ ثابتي هنا .

( وري شبد ٿو ٻڌي. استريون ٽيون ڄڻيون. )

* استريون :- چندن مان هن کي پوريوسين ۽ **سلدس** پالڪن ۽ ششن پنهنجي منل **خاوند** کي دفن ڪيو، ڪفن ۾ وڙهي اسان ڪيس آتيتي چڏيو، پوءِ منجهه اسين موٽي آيونسين. اڙي ڇا ڪريون! ڪٿي لهون پنهنجي خاوند کي، خاوند هتي ڪين آهي.

فرشتا ٽا ڳائين :- **سائين** آتي ڪڙو ٿيو، دک وڏيڪ نه ڪريو، من جي ڦندن ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو آزمايش مان لنگهي پار پيو، اڳي ڪان اڳرو. آنند، آنند، جيءَ! آنت جي مها دک ۾، پريم، غريبي ۽ قرباني منجهس پڌرا هئا.

قبر قيد نه آهي

**سائين آتيو آهي.**

فا نوست :- منا ۽ سُندر آلاپ، اوهين هت ڇا ڳولهڻ آيا آهيو؟ ڇو اوهين هن اونده ۾ ڪتل وٽ آيا آهيو؟ ڇگو آهي ته اوهين انهن کي آئت ڏيسو، جي ڪنهن نرم قالب جا نهيل هجن! آءٌ اوهانجو سنيهو سڻان ٿو، پر مونکي شرڌا ڪانه آهي. **ڪرامت** پار آهي، **شرڌا** جو. آءٌ هاڻکي زوري آنهي منزل تي نٿو رکي سگهان جتي مها آنند جون خبرون ٿيون پڌجن. آها! ڇوڪرالي اوستا ۾ جڏهن خوشيءَ جو وقت هو، هڪ پيري **ايشور** جي پريم جو مون تي وسڪارو ٿيو هو.

---

* استريون، جن ڪرسٽ کي قبر ۾ پوريو هو.

سبات جو پوتر ڏيڻهن هو، سون ائين پانيو تہ ڪڇهارت جي پوتر چمي، ايشور سونکي ڏنمي؛ سون ۾ ان وقت هڪ تيز ۽ آجهل آڪير پيدا ٿي، جنهن جي پروڙ سونکي نہ پنجي سگهي تہ چا آهي. ڪهنبن جي آلاپن ۾ آءُ اونهيون معنائون سمجهڻ لڳس. سون ۾ هڪ روحاني جوش پيدا ٿيو، آءُ اڪيلو ئي اڪيلو پنين مان، پيلن مان هلندو رهيس. پوء ڪرم ڳوڙها ڇوٽ وهڻ لڳا، ان وقت سون لاء نئون جنم ۽ نئون جڳت پنجي پيا هئا؛ اڄ جي ڪهنبن جي آلاپن ۾ بہ پهاري جي آميد هئي ۽ هاڻ آءُ وري بہ ننڍي ٻالڪ جيان ۽ جهوني سمرتي منهنجي دلا ڪي ڪراڙي ٻائي وئي آهي، سون کي هي ڪم ڪرڻ ڪان منع ٿي ڪري.

( شبد وري ٿو ٿئي، جنهن ۾ شش تا ڳا ئين ):-

جو پوربل هو، سو آئيو آهي، قبر جا تاڪ کلي پيا آهن، موت ۾ جيوت آهي. آئيو آهي خاوند، مڪني ڏيڻ ڪاڻ جاڳيو آهي. آڳئي ۽ اڳتي، مٿي ۽ مٿي، چڙهندو رهي ٿو شڪتي آهار، آنند آهار. جوت جي تخت تي هو هينئر براجمان آهي؛ هن جا پورها هاڻ سڀ پورا ٿيا، ڏرتي تي هن جا شش اچا آزمايش ۾ آهن، دکن ۾ آهن. ٻالڪ ويچارا چنل چورا، آهون اندر مان ڪين ٿا: تون وئين، جوت ڏي، اسين آهيون آولده ۾.

( فرشتا ٿا شبد آچارين ) :-

ڪرمت آهي آئيو، سائين آهي چڙهيو؛ ڪال راڄ.

ٻورو ٿيو، گناهہ هاڻي ختم ٿيو. اوهين ٻہ هاڻ مرڻ وڃو،
ڪرسٽ جي آڱيا پاليو، شيطان ۽ گناهہ جي ٻنڌن کان آجا ٿيو.

پنهنجي جيوت ۾ هن جا نيم سچو: هر هڪ کي پنهنجي
ڇاتيءَ ۾ ڌاريو، غريبن کي دان ڏيو، ايشور کي آراڌيو،
نماڻا حليم ٿيو، منش کي گيان ڏيو، اهڙيءَ ريت اوهين
ورتو. ساگين پيارو، سدا پيارو، حاضران حضور آهي،
ويجهو آهي آڻ ڏنو.

فائوسٽ جي دل کي آٿت آيو. شيطان ابليس (ميفسٽو)
جو منش ڇايا وجهي رهيو هو ۽ جنهن درتي جي روح جو
روپ ورتي، کيس ڏوتاري رهيو هو، تنهن آثر کي آڏو ڏٺيءَ
جا فرشتا پنهنجي ڪار هلائي رهيا هئا. فائوسٽ جو ڪوڙ رو
سن ڪجهه مڙيوني هلڪو ٿيو. آن وقت ڪپڙا پائي، ٻاهر
نڪتو. سمجهائين ته هن ڪونيءَ ۾ اثر آهنا آهن، جو نه
وڃي ڪا ٻاهر صفا هوا کاوان. ڏينهن هو ايسٽر جو، شهر جا
ماڻهو نوان نوان وڳا ڍڪي خوشين ۾ ٻاهر نڪري آيا هئا.
فائوسٽ گهمڻ ڦرڻ لڳو، انساني جيوت جو نماءُ ڏسڻ لڳو ته
ڪئن هرڪو مست آهي، نينگريون ۽ نينگر، عاشق ۽ معشوق
کي ڪهڙيون پيا ڳالهيون ڪن، کي ڪهڙيون پيا رانديون
رمن. فائوسٽ گهمندو رهيو، سندس من ٻہ هلڪو ٿيندو،
رهيو، هن جي دماغ مان جادوءَ جا غبار ڦدري نڪرڻ لڳا،
فائوسٽ اڳيرو هليو. آسمان جي صفائي، ۽ بهار جي هير،
ڏينهن جي جوت جو جهلڪو، اهي سندس من مان، رات جي

سمي وارا د ڪداڻڪ خيال ڪرڻ لڳا. سيارو پورو ٿيو هو، بسنت شروع ٿي هئي، ندين ۽ نهرون برف ڪان آجرن ٿيون هيون. بسنت جي پيار پريءَ مُرڪ ۾، سايون پنيون، تازيون ۽ اُميد پريون ڏسڻ ۾ آيون. هر شيءِ ۾ حياتي بکڻ لڳي هئي. ڏاڏين، تہ ڳوناٺا ۽ ڳوناٺيون بيا جهمريون پائي نچن. پاڻ وڇي سائن رليو مليو. ڳوناٺا ڏاڍا خوش ٿيا تہ ڊاڪٽر فائوسٽ اچي اسان سان ڳالهايو، اهو تہ اسان کي شرف ڏنائين. سيئي اچي سندس چوگرد مڙيا. هڪ ٻئي کي آسيسون، دعائون ڏيڻ لڳا. فائوسٽ جو من پرجي آيو، ڏنائين تہ هي انسان کهڙا نہ ابوجهہ ۽ دل ونندڙ آهن. وري بہ کين آسيس ڪيائين: پرم پتا جا تورا مجو، اسين تہ سڀ هن جا ٻانها آهيون. سڀ آسيسون آنهي کان ٿيون اچن جو انسان جو دوست آهي.

سائهن کان موڪلائي وري بہ فائوسٽ اڪيلائيءَ ۾ کهمڻ لڳو. قدرت جو نظارو ڏسندو رهيو:

واه! هي نما شام جو وقت! ڪئن نہ سرخاڻ منجھ ڳوناٺيون جهوپڙيون سهڻيون ٿيون ڏسڻ ۾ اچن، چوڌاري ساوا وڻ اٿن، هر هڪ جهوپڙي کي پنهنجو باغڙو آهي. سج هاڻي لهي ٿو وڃي، ڏينهن مري ٿو وڃي ۽ پاهران اٿين بيو ڏسجي تہ ڏينهن سان گڏ سج بہ ويو. پر نہ، سج آهي، هينئر بہ پنهنجي جوت ڏئي ٿو. اڙي مونکي بہ اهڙا پر هجن تہ آءٌ زمين کان مٿي کڄي سندس پٺيان ويجهو ويجهو لڳان! پوءِ جيڪر سُتل دنيا کي شام جي سديوي سرخاڻ ۾ جهلڪندو ڏسان، ٽڪرين جون

ھيرن جيون چمڪنديون ڏسان، ماٺڙيون آرام ۾، روهي نهر سانت ۾
ٻسان؛ آسمان ڏي اکيون اڏامندو وڃان، ڪوهه آتانهون
جبل منهنجي ڇاتي مٿي ڪٿي، مونکي ڀاري نہ سگهي .

ڏس! اڄهو هينئر اوچتو سمنڊ تي جوت جهلڪا ٿي ڏئي،
۽ ڏينهن جو ديوتا اندر ٿو وڃي . مون ۾ نئين پاونا ٿي پيدا
ٿئي، اکيون اڃا بہ سرڳ جا پيراڻ ٿو ڪڍان . اڃا بہ هن جي
امر جوت ٿو پيئان . ڏينهن مون اڳيان، رات مون پٺيان،
آسمان مون مٿان . اڙي . . . پر! ڇا هي سڀ طلسم هو!
ٿوري وقت جو چٽڪو هو! ويو هليو. افسوس! هن ٻت کي
ٻہ ڪوڙ آهن، جو آڏامي ڌرتيءَ جي ٻند کان آجو ٿئي، ۽ ٻوه
آتم پکي سفر ڪندو رهي. تہ بہ هرڪو منش قبول ڪندو تہ
ڪو ٻل هي اسانجو آتم پکي بہ آڏامڻ لڳي ٿو، اسانکي مٿي
چاڙهي اڳتي ۽ مٿي ڪٿي هلي ٿو ۽ پوءِ نيلي ديس ۾، آڪاس
۾ ڪي خوب ٿو گيت ڳائي؛ آتانهن پربتن جي خوفناڪ چوٽين
جي صنوبري وڻن مٿان، عقاب ٿو پَرَ ڦڪيڙي؛ چوٽيءَ تي
چڙهي، ڪونج ٿي گهر ڪي ويجهو ۽ ويجهو ٿوي. پر . . . .
افسوس! هيءَ آڪاسي سوچ رکڻو ڪا ڪِنڻ ڀل جي آهي.
افسوس هاڻ ڌرتيءَ جي ٻاتار ۾ آهيان. ڇا ڪريان! منهنجي
دل ۾ اندر ٻہ جيو ٿا وسن. آتي سڀ بي آرامي آهي.
هڪڙو جيو ٻئي سان ٿو خاونديءَ لاءِ لڙي، هرڪو ٻئي جي وس
کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ٿو ڇتا پيٽي ڪائي. هڪڙو نيچ ڌرتيءَ
جي نفساني خوشين ۾ ٿو لمپٽ رهي، ۽ ڇهنيو ٿوي . ٻيو

پاڻئي تہ پنهنجي آدي شڪتي سان، ڌرتي تان متي آسمان ڏي اُڏامان، جو آسمان سندس نج گهر آهي، آباڻو ديس آهي، جنهمي اڌڪار آهي." اڙي! سچ پچ وايو، ۽ جيڪڏهن آهي ديو آهن جي ڌرتي ۽ آسمان جن وچ ۾ شاندار پرن سان وچڙن ڦرن ٿا تہ اي ديوو پنهنجي سون ورن سڳند پرئي ديس سان اچو، مون کي ۾ پاڻ سان نؤ جيوت ڏي نيو. اڙي! مونکي ۾ ڪو جادو، جو جبو هجي جو پائڻ سان آءُ ڏورانهن ڏيهن جو سئر ڪري سگهان، تہ پوءِ جيڪر ڪنهن نہ آءُ شهزادن جي شغل کي، شاهن جي ديدبي کي، تڇ ڪري سمجهان."

فائوسٽ پاڻ سان هي ڳالهيون ڪندو گهر وريو. رات ٿي ويئي هئي، فائوسٽ جي منجهيل من کي هاڻ ڪو آرام ڪپندو هو، سو سوڻ لڳو. ڪنهن وقت رات تي پر پان پنين جي ساون ڪانن ۾ پانيائين تہ هڪ ڪارو ڪتو آهي. فائوسٽ کي خيال ٿيو تہ هي ڪارو ڪتو آهي يا ڪا ٻي شيءِ آهي؟ ڪتي نانگ وانگر پٺي ڦيرا ڏنا. جئن تي ڦيرا ڏنائين تئن ڦيري ڦيري سان فائوسٽ کي ويجهو پوندو پئي ويو. فائوسٽ ائين پئي ڏٺو تہ هن ڪتي جو جنهن هنڌ تي ٿي پير لڳو تنهن هنڌ تي ٿي باه جون چڻگون نڪتيون. هر شڪل ۾ تہ ڪتو هو. فائوسٽ دل تي هٿ رکي چوڻ لڳو: پانيان ٿو تہ هي ڪتو جادو، جا سنها ڌاڳا منهنجي چوڌاري وڙهيندو ٿو وڃي. اجهو پوئين ڦيري سان اچي لاڳو بيٺو آهي. پر نہ، شايد هي ڪتو وچارو ڪو غريب جانور هجي، پلي مون سان گهر هلي.

ڪتو آهو جانور آهي جو هري وڃڻ بعد انسان جي دل کينچي ٿو وٺي، سيانا ماڻهو ته هنکي پيار ٿا ڪن. فنا ٿوسٽ سان گڏ ڪتو هلندو آيو ۽ فا ٿوسٽ اچي گهر پهتو. ڪتو به ساڻس لنگهي آيو ۽ اچي سندس کوٺيءَ ۾ وڃي ويٺو.

# ڪنڙو ۽ فائوسٽ

فائوسٽ ڪوٺيءَ ۾ اچي اندر ويٺو. ڪجھ مُڙيوئي
هن جي دل ۾ نار هو. چوڻ لڳو:- ”جن ٻنين مان ڪهي
آيا سون سي هاڻ اونهي رات ۾ جهپي ويٺون. هن ماٺ جي
وقت ماڻهوءَ ۾ جو چڱو جوڙ آهي، سو سجاڳ ٿوٿئي. آجهل
سنڪلپ جون چاهنائون جهڪيون ٿيون ٿين ۽ رَجي جو جِيَوُ هو
پراڻ سانت ۾ ٿيو آچي. ڀڳتي جو ڀاو آٿي ٿيو، منش لاءِ
پريم، ايشور لاءِ پريم جاڳي ٿو.

(فائوسٽ ڪوڙهي ويچار ۾ هو، پر هو ڪتو جو اندر
وٺي آيو هو سو ڀونڪ ڇڏي، ماٺ ئي نه ڪري، فائوسٽ
ڪُتڙي کي ٻڌڻ لڳو:- ماٺ ڪتا ماٺ. سانت ڪري ويهه.
ڇو، چوڏاري جو ڀوڪيرون پائين؟ ڇو ٻدو در وٽ سون سون
ڪرين، ڇا آهي جو ڏسين ٿو؟ ڪتا ٻاهر ته وڻيئون هني،
تپيءَ ڪنڌيءَ هني، هيٺر چار ٿيو اٿيئي. سڀهي ڀڻ، گديءَ

تي سمهي اڌ. هيء ڪدي نرم آکيري جيان آهي- آرام ڪر، آرام ڪر تون مهمان آهين، پلي آئين، هاڻ پنهنجي مسافرخاني ۾ آرام ڪر.)

هر روز سج لٿي بعد رات جي ماڻ ۾ پنهنجيء ننڍيء ڪٽيا ۾ ويهجي ٿو ۽ اڪيلو ڏيئو پنهنجي دوستاني روشني ڏاري ٿو، تنهن مهل گمان ۽ پوَ جا ڪَکر نکريو وين، ۽ پوء صفائي ٿيو پوي. .. ...... ۾ پوء جڏهن ڏينهن ٿو ٿئي، ته وري ٿو جهڳڙو شروع ٿئي. عقل وڏي ٿسو واڪون جهلي، چاهنا وري ٿي منهن ڪيي ۽ پاهرئين ڪهسان ۾ سنسار جي لهر ٿي چلي، پسوء افسوس! جئن وَهندي وجي، ٿئن پنهنجي لڪل چشمي ڪان پري پوندي وجي.

(ڪتو وري به ماڻ نه ڪري. ڪتو پاڻ پونڪ پونڪ ڪرڻ لڳو. فسا ئوسٽ جنهن جي سن ۾ سانت هئڻ ڪري، آنند روپي پراڻ پئي ڪجيو، تنهن ڪي هن مرونء جي پونڪ اکري ٿي لڳي. چيائين اي ڪتڙا:- بند ڪر هيء پونڪ، منهنجي دل ۾ هن وقت شانتي ۽ پريم پنهي، سا پڄئي، پائيهي اچي واسو ڪيو آهي، تنهنجي پونڪ هيئنر نه ٿي ٿهي. دنيا جي ماڻهن جو سو اهو حال ٿيندو آهي، جو جڏهن ڪا ڳالهه، سها آتم هوندي آهي، سها سندر هوندي آهي، جا سندن سمجهه ۾ نه ايندي آهي، تڏهن پيا چٿرون ڪندا آهن، آهي به تڏهن هنن نيچ ڪتڙن جهڙا چٿبا؟ هي ڪتڙو به، جيڪڏهن پاڻ نه ٿو سمجهي سگهي ته وليو پونڪ پونڪ ڪري!)

ڇا ڪريان! ورهيه ورهيه اهڙا خيال ٿا اچن ولن جو دل کي نيستو ڪيو ڇڏين، دل جو چشمو برف ٿيو وڃي. ڪيترا ڀيرا نه مون اهو آزمايو ڪيو آهي! پر انهيءَ ۾ به پلو آهي، جو ته جڏهن هن انهيءَ مان لنگهجي ٿو، تڏهن دل ڌرتيءَ جي وستن کي ڇڏي، پين آتم وستن جو قدر ٿي ڪري ۽ ايشوري جوت جو آڌار ٿي وٺي. اهو آڌار ۽ اها جوت ........ اڙي هيءَ ڳالهه سواءِ انجيل جي ٻئي ڪنهن ۾ نه ڏنل آهي. هن وقت منهنجي من ۾ اِڇا آئي ٿي ته اهو وچن وري پڙهان ۽ انهي پوتر شلوڪ جو ترجمو ڪري پنهنجي وطني ٻولي ۾ آڻيان.

(گرنٿ کولي ٿو ۽ لکڻ شروع ٿو ڪري)

لکيل آهي — "آد ۾ هو شبد". اِتي ئي ٿمي رهيس. اڳتي ڪئن وڃان؟ ڪير ٿو مدد ڪري؟ رڳو شبد جي ايڏي هلندي! اڻ ٿيڻي آهي، بشرطيڪ آتما جي ڪيس رهبري مجي. تڏهن ڀلا هئن لکان — "آد ۾ هو مَن." اها پهرين سٽ ويچاري پڙهه، مټان قلم تڪڙو هلائي بندي معنيٰ ئي الٽي ڪري وجهين. اهو مَن' آهي ڇا جو سڀ ۾ ٿو ڪم ڪري ۽ انهي ڪري ٿو سڀ آڻين ٿو؟ بهتر جيڪر هئن ٿئي "آد ۾ هئي شڪتي" پر تڏهن، ا، هن لکڻ وقت به ڪو مونکي مڙيوئي چتاءُ ٿو ڪري ته اِتي ڪين ٿمي رهو. آتما ٿي مونکي سمجهائي، سڀ صفا ٿيو آهي: بنا ڊپ جي آءُ لکان ٿو "آد ۾ هئي ڪريا".

( فائوسٽ پنهنجي ايپاس کي اونهو لڳي ويو ان وقت کني ولي ايڏي ته رڙ ڪئي جو فائيسٽ جو ڌيان ڇني ويو ۽ کني کي چوڻ لڳو:— بس ڪر، شوخ ڪتا، ايڏي رڙ! چپ ڪر ڪتا، نه ته مونکي سخت ڏيٺو پوندو، اهڙو گوڙ ڪرڻ آءٌ ڪين ڏيندس جي تون ماٺ نه ڪندين ۽ پونڪندو رهندين، ته اسان مان ڪڏهن ڪي ڪولي ضرور چڙهي پوندي . بس هاڻ اهو فيصلو اٿيئي: مزمان مان هڙي هلت ڪرڻ وڻندڙ ڪم نه آهي، پر هڙي پونڪار جا بند ٿي نٿي ٿئي- ما ڪير به سهي ڪين سگهندو! هر چا! آءٌ هي چا ٿو ڏسان . هي چا آهي . کني جي شڪل ڦري ويئي آهي ، ڊيگهه ۽ ويڪر وڌي ويا اٿس ، وڃي وڏو ٿيندو ، لنبو ٿيندو . تنڌهن هيءَ جو ٻاهران ڪتو ٿو ڏسڻ ۾ اچي، سو تڏهن ڪو ڀوت آهي . اکيون ڪهڙيون نه باهه وانگر اٿس، ڏند پيو ڪرٽي، جهڙو نه ڪو راڪاس هجي . هن دوزخ جي کني کي آءٌ ٻهاڻ وٽ وٺي آيو آهيان، اڙي هاڻ مون آخر تو کي سڃاتو. تو جهڙن اڌ شيطاني ، دوزخين لاءِ ، سليمان جي ڪنجيءَ جهڙو ڪو پيو علاج .

فائوسٽ جڏهن اهو ارادو ڪيو ته هاڻ هن کني روح شيطان کي ٻاهر ڪڍبو ، تڏهن هو حضرت سليمان جو منتر آچارڻ لاءِ سنبر يو ، ان وقت هڪدم فائوسٽ ائين ٻانيو ته در کان ٻاهر ڪي روح بيٺا آهن، ۽ چون ٿا:- "هڪڙو پيو آهي قيد ۾، سمجهه رکو، سمجهه رکو، متان ڪو پيو پيانس اندر

وڃي. اسين منتري ٿيا بيٺا آهيون ۽ اسين سڀ ڄاڻون ٿا. دوزخ جو حيوان، ھتا خبر جي وڃي اندر ڦاٿو آهي، جنهن لومڙ ڦاسي ڪوڙڪي ۾؛ هو اندر آهي، اندر آهي، اسين بيٺا ٻاهر آهيون. اچون وڃون پيا، هيڏانهن هوڏانهن، پنهان، اڳيان، ڏکڻ اتر. پنهنجي ساٿيءَ کي واهر ڪريون ٿا، منتر اچاريون ٿا، ٻنڌن ڇوڙيون ٿا، پيڙ هلڪي ڪريون ٿا. منتر پڙهي، ڪيريا ڏسي، پاڻ اسان جو خوش ٿئي ٿو. اسان جي ڪاتر پنهنجي سلامتي کي جوکي ۾ وڌو اٿس، ۽ ڏک سٺو آهيس؛ اسين آهيون سندس قرضي، اسين بند ٿا خلاص ڪريونس.

فائوسٽ:- هن کي جيتڻ لاءِ مون کي اهو منتر اچارڻو آهي جو ٻڌڻ سان، چئني تتن جي ڀوتن سان جو ٻڌندو، سو ڊڄندو ۽ حڪم جي تعميل ڪندو.

**سالمنڊر** باهه جا، سڙ ۽ سڙ
**ني‌مف** پاڻيءَ جا، ڦر ۽ ڦر
**سلف** هوا جا، ترُ ۽ ترُ
**نوم** ڌرتيءَ جا، مرُ* ۽ مرُ

---

* مر= پورهيو ڪري پيو ڪيچ. اهي چار ئي تتن جا ڀوت ۽ ديو جنکي اسين اگني (سالمنڊر)، پاڻي (نمف)، پون (سلف) ٻسنتر، (نوم) ٿو چئجي، جن تي فائوسٽ ٿو چئي ته اپاسي وس هلائي سگهن ٿا. مٿيون هڪ منتر آهي ساڏنا جو.

ٻاهي سالمنڊر، لال جهڙي ٻر، وچ ڪهي، وچ ڪهي آبي نف،
لڙ لهڙن ۾، وچ وَهي، وچ وَهي.

ٻادي* سلف، پڇڙ تاري جيان، وچ تڪو، وچ تڪو
نوم منيءَ جا، وَهو ڏڳا تون، وَهہ ڪهٺو وَهہ ڪهٺو
۽ ٻڌ تون، روح، جو هن مرونءَ جي ڇاتي ۾ قيد آهين، حضرت
سليمان سيني جنن جي راجا، جو توکي حڪم آهي، نڪري
آءُ نڪري.

جادو ۽ سُهر جو حڪم مچ، حڪم مچ.

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي، ته هن مرونءَ کي جدا جدا قسمن
جا جِن اڳڪل آهن؛ منتر جو اثر ٿي مٿس نه ٿو ٿئي، ليڪن پيو
آهي، ۽ شوخيءَ منجهان پيو نهاري. اي پوت! ڪري جادوءَ
سان ٿو زوري ٻاهر ڪڍائن. جي توڻ شيطان جو ٻانهو آهين،
۽ ابليس جو پوئلڳ آهين، دوزخ سان پڇي آيو آهين، ته آءُ
تو تي جادو ٿو هڻان، توکي حڪم ٿو ڪريان: قسم آهي توکي
هن نشاني جو، هن منتر جو، جنهن جي اڳيان، سارو اونده
جو لشڪر ڪنڌ نوائي ٿو. (ڏس ته ڪيئن نه هٿ سجندو ٿو
وجي، وار ٻه ڪڙا ٿي پيا اٿس!) اي اڇوت ڏس هيءَ نشاني،
انساني ۽ نوراني. ڪنڌ نواءِ تون، قديم کي، جنهن
کي جهان ڏٺو، ۽ جهان ڏڪاريو. ٻڌي ٿو؟ ڏسي ٿو؟
ڏڪي ڏڪي، هن جو نالو ٻڌي ڏڪ! ساري آسمان ۾ هو

* ٻادي = هوا جو.

موجود آهي. زمين تي هو بي شرمائيءَ سان ماريو ويو *

هاڻ! مرون سچ پچ ڏکي ويو آهي. سگريءَ جي پنيان وڃي پيو آهي. سهڪي پيو ڦٿڪي پيو، ڦوڪجي پيو آهي، وڏي هاٿي جيڏو ٿي پيو آهي، اڃا ته وڃي پکڙندو، هاڻ ڪڪرن ۾ غائب ٿي ويندو! اڙي سنڀال ڪج، چت جو بچاءُ ڪج، سمهي پؤ سمهي پؤ، اُستاد جي قدمن ۾ سمهي پؤ. اجائي ڏمڪي نه پائن، اڃا تو کي وڏ يڪ ايذاءُ سهڻو آهي. اڃا نٿو سمجهين؟ هاڻ ياد رک، جي نه سمجهندين ته لاچار مون کي وڏي ۾ وڏو منتر هلائڻو پوندو.

(انهي دم، ميفسٽو (ابليس) سگريءَ جي پنيان، دونهي منجهان، پيدا ٿي، ٻاهر ٿو نڪري اچي. وڏي عالم جهڙا ڪپڙا پيا اٿس جڻ ته ڪنهن مسافريءَ تي نڪتو آهي.)

ميفسٽو:- هيڏي رڙ ڇو ڪٿي مچائي اٿيئي؟ ٻڌاءِ آءٌ پنهنجي غريباڻي طاقت آهر تنهنجي ڪهڙي خدمت ڪريان؟
فائوسٽ:- ڪتڙي جي اندر روح تڏهين هي هو! هيئنر ته پنڊت ٿي ٻاهر آيو آهي: ڇيه! عجب ڇٻو، کلڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهان.

ميفسٽو:- سياڻا سائين، آءٌ تنهنجو نماڻو نوڪر آهيان. مون کي جنسي ٺهي ڪاڙهيو اٿيئي. ڇڱو مون کان وير ورتو اٿيئي، مون کي پگهاري ڀورو ڪيو اٿيئي.

---

*ڪرسٽ جنهن کي جهان ڏڪاريو ۽ صليب تي چاڙهيو.

فائوسٽ:- تنهنجو نالو ؟

ميفسٽو:- هي ڪهڙو هلڪائيءَ جو سوال . اهو سوال تون ٿو پڇين! تون ته پاهرئين لفظ کي تڇ سمجهندو آهين، پاهرئين ڏيک کي ڇڏي اندر بن معنيٰ کي سمجهڻ گهرندو آهين.

فائوسٽ:- تو لاءِ لفظ ۽ معنيٰ ٻئي ساڳيا، تنهنجي نظر ۾ سڀ هڪجهڙا، مثلا هڪڙي کي سڏجي ٿو:- مڪين جو ديو- هڪڙو لالچائيندڙ - هڪڙو ڪوڙو - هاڻ يار ٻڌاءِ نالو ٻڌاءِ .

ميفسٽو:- آن طاقت جو آءُ ڀاڱو آهيان، جا اجا ياڻي ٿي ته برائي ڪريان، پر تڏهن به ڪري چڱائي ٿي .

فائوسٽ:- اها ڪهڙي پرولي؟

ميفسٽو: آءٌ اهو روح آهيان، جو سدائين منڪر آهي، انڪار ڪندڙ آهي. انهي ۾ هو صحيح آهي. جو ته جيڪي به ظاهر ٿئي ٿو، سو نابوديءَ جو لائق آهي. مان هيءَ ڳالهه چڱي طرح ڏسان ٿو، تنهن ڪري هر چيز جا هستيءَ ۾ اچڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، تنهن کي آءٌ نه، چوان ٿو، نه ! منهنجو مول آهو آهي جنهن کي توهين، گناه ۽ نابودي ٿا سڏيو - هڪ لفظ ۾ ٻڌ.

فائوسٽ:- تون پاڻکي ڀاڱو ٿو سڏين، پر منهنجي اڳيان ته سڄو بيٺو آهين .

ميفسٽو:- انهي ۾ آهي سچ تو ڳالهايان، انهن کي سچ تو ڳالهايان. پر انسان (ويچارو پوڪ انسان) جنهن جي هستيءَ منجهه ڏوکڙي پاڻ کي سڄو سمجهي ٿو- سڄو آهي ڪين آهيان. آءٌ آهيان پاڱو، ان پاڱي جو، جو پاڱو اوائل ۾ ڪُل هو. ان اونده جو پاڱو، جنهن پيدا ڪيو روشنيءَ کي- مغرور روشني، جا هاڻي پاڻئي ته پنهنجي مادري رات کي مقدس درجي تان لاهي قبضو ڪريان. هن مان، جڏهن جو لڳي ٿي انهي ڪاڻ نه پاڻ پکيڙي، پر فتح مند ڪين ٿي ٿئي، ڇو ته پهرين ڪورو ۾ ڪٽي پاڻ پتوڙي، ته به روشني، قيدي غلام جيان، مادي جي بُتن کي چهٽي رهي ٿي. روشني ڊري ٿي بتن منجهان، بتن کي روشن ڪري ٿي. بُت تو سندس پند ۾ ڪيس آڏو اچي. انهي مان آميد رکجي ٿي ته ڪنهن وقت جڏهن بت نابود ٿي ويندا، تنهن وقت روشني به اصل وسامي ويندي.

فائوسٽ:- واه، هي چڱو ڌنڌو. تنهنجيءَ ڪين ڪنهن کي ڏه، ڪين نه ڪيو آهي. هاڻ جڏهن ڏسي تو ته وڏي شيءِ هٿ ڪين آئي، تڏهن ننڍيءَ لاءِ تو هٿ وجهي.

ميفسٽو:- پر انهي دستور ته مون کي ڪجهه به حاصل ڪين ٿو ٿئي. انهي ڪين جي آڏو ڪُجهه اچو مٿو ڪڍي. هيءَ بي فضيلت ڌرتي مونکي سامهون ٿي پوي. هي ڪند جسو ڳوڙهو، مغروري ۾ ٿو منهنجي مخالفت ڪري، ۽ پنهنجي هستي ڄمائي. مون ته اجايو پنهي ڪيس پير پو آهي. هرڪو

جتن ڪيو اٿم. ٻوڏون، طوفان، ڪڪرڙون ۽ وڄليون سڀ ڪيو اٿم. پر ڌرتي ته به آرام ۾ آهي. وار به ونڪو نه ٿيو اٿس. سمنڊ ۽ زمين ٻئي اڳي جهڙا ساڳيا بيٺا آهن. انسان ۽ حيوان جي پليت اولاد تي به نيشان آءٌ ڪونه ٿو ڇڏي سگهان، اصل ذرو به نه. ڪيترن انبوهن مان زمين جي هيٺ پوري ڇڏيا آهن، پر فائدو ڪهڙو، پاڻ نئون رت. اڳي کان اڳرا نئوبنا. آءٌ هي وائڙو ڏسي چريو ٿيو پوان، پاڻي، هوا، زمين مان جيوت جا ٻج، سوڪ ۾ يا پوسل ۾، گرميءَ ۾ يا سرديءَ ۾ پيا ڦٽن. باهه سا منهنجي آهي، اها سا مون رکي آهي- رڳو باهه، نه ته جيڪر ڪابه شيءِ خاص منهنجي ڪانه هجي.

فائوسٽ:- سو تون آهين؟ تون اِتي بيٺو آهين؟ تون سامهون ٻوڏو آهين، تنهن آدي شڪتي کي، ٻيران کي، جو هلي ٿو، ۽ نساهي ٿو ۽ جو اپتي آهي؟ اجايو ٿو آنجي اڏو پنهنجو شيطاني مُونشو اولار بن. اي انڌ ڌنڌ جا عجيب غريب پُٽ، تنهنجي اها ڪار ته ڪل جهڙي آهي.

ميفسٽو:- خير، اها ڳالهه پوءِ ڪنداسين، هن هاڻ آءٌ موڪلايان ٿو.

فائوسٽ:- تون آهي شاهه آهين، منهنجي موڪل وٺڻو ته تون آهين ڪين. مونکان ڇو ٿو پڇين؟ هاڻ جنهن دستور تو اندر اچڻ جو رستو کولي لڌو آهي، تنهن صورت ۾ آءٌ اميد ٿو ڪريان؛ ته تون ٻيو منهن ڏيکاريندين. هاڻ ڀلا موڪلايون

تنها! هيءَ اٽڪي دري، هو اٽڪي دروازو ۽ ٻريان اٽڪي ٻخاري.
پيو اکيون ڦاڙي ڇو ٻيٺو آهين، ڪهڙي خيال ۾ آهين؟

ميفسٽو:- ڇٽل ڪين آهيان: وات ۾ اٽڪ اٽم، مون ڏٺي ڪانه هئي، پر اها اٽڪ سونڪي تنهنجيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ بنديو ويٺي آهي.

فائوسٽ:- پنج ڪنڊي؟ ڇا، اها تو کي پساهه ڪين پوي ڇا؟ ۾ دوزخ جا پٽ، جي ائين سچ پچ آهي، ته ٻڌاءِ تون اندر ڪئن آئين؟ مون کي ٻڌاءِ ته اڳي ڇونه. تو تي اثر لڳي سگهيو؟

ميفسٽو:- ليڪن جهڙيون ٻوريون هئن ڪپنديون هيون، تهڙيون ڪين هيون، ٻاهرين ڪنڊاڻ ڀوري آهس. ڪتو اندر لپي آيو، نيڏي مهل ڪل نـي ڪانه پيس، هاڻ شيطان کي پروڙ پيئي آهي، ته هيءَ شيءِ هن گهر ۾ آهي. هاڻ ڇا ڪري، ٻاهر نڪري نٿو سگهي.

فائوسٽ:- پلا دريءَ مان ڇو نه؟

ميفسٽو:- ڇو؟ ڇاڪاڻ ته اسان شيطانن ۽ ڀوتن جي قانون ۾ آهي - جنهن ٻانڌر اسين ٻڌل آهيون — ته "جنهن نقطي کان اندر گهڙون، تنهن نقطي کان، اسين ٻاهر نڪرون." اهڙيءَ ريت ڀهرئين ارادي وقت اسين صدا ڇٽل آهيون، پر هڪ پيرو ارادو هلائي ويناسون، ته اهو حق پوءِ وڃايوسين. اسين جي ڇٽل هواسين، هاڻ ڇٽل ڪين آهيون.

فائوسٽ:- تڏهن دوزخ کي به پنهنجا قانون آهن!
جي ائين آهي، ته هاڻ آءٌ دوزخ کي آئينده بهتر سمجهندس.
جهڪڏهن اهي قانون، ٻڌل ٿا رکن، ۽ مڃجن ٿا، ته پوءِ توسان
به شرط نامون ڪري سگهبو.

ميفسٽو:- ڪٿي به اسان کان بهتر انجام جي پونواري،
ڪمن ٿيندي، هوندي، شرطنامي جو اڪثر اسين مڃڻ وارا
آهيون. رکو ايترو آهي، قانون جي هيڻن نقطن، وقت ۽ ويچار
لهڻو. ٽڪو آهين، ۽ آءٌ به تڪڙو آهيان، وري جڏهن
ڪڏبا سين، تڏهن فرصت جي وقت اهي شرط ويچاريندا سين، پر
هاڻ آءٌ موڪلايان ٿو.

فائوسٽ:- هڪ پل. اهڙيون چڱيون وڻندڙ خبرون
جنهن پهچايون آهن، تنهن کان مونکي وڌيڪ پڇڻو آهي.

ميفسٽو:- ڇڏ ته آءٌ وڃان، آءٌ وري موٽي ايندس، پوءِ
اوهين ڪهڙو به سوال پڇجو.

فائوسٽ:- هلا لومڙ، اچجانءِ، اچي مونکي پڪڙجانءِ،
مون ته ڪا جاري ڪانه پکيڙي هئي، سون تنه ڪو منڊ ڪونه
منڊيو هو، تون جي اندر لنگهي آئين، ته اهو تنهن جو ڪم،
۽ منهنجو چڱو نصيب هو؛ پر اهڙو نصيب جڻائو نه آهي،
شيطان کي پڪڙي رکجي سوگهو. اهڙي شيءِ هٿان ڪٿي
ڇڏجي؟ هڪ وجهه ويو ته ٻيو وجهه ڪير ڏيندو؟

ميفسٽو:- جي اوهين زور ٿا رکو، ته آءٌ ترمان ٿو؛ وقت وِتيت ڪرڻ لاءِ آءٌ ٿو ويهي توهان کي وندرائڻ، مون وٽ ٻه گهڻي ئي هنر آهن.

فائوسٽ:- چڱو ڀلا، تون هنر ڏيکارڻ وارو، آءٌ ڏسڻ وارو.

ميفسٽو:- هڪڙي ڪلاڪ جي اندر، تنهنجي هڪڙي هڪڙي حواس ۾ اهڙي آنند جي وهڪ وهندي، جا سڄي سال ۾ تو کين ڏني هوندي، ڏس ته روح ڪهڙا راڳ ٿا توکي ٻڌائين، ڪهڙيون صورتون ٿا تو اڳيان آڻين. نه پائنج ته کي خالي نماءَ آهن، جي ڪنهن جادوگر پيدا ڪيا آهن! سندر مورتون، وڻندڙ راڳ، ريجهائين ٿا رڳو اکيون ۽ ڪَنَ، ۽ ر مٺيون سڳنڌيون توکي سرهو ڪندهون. ڏس ته ڪهڙا نه عمدا چشڪا ٿا تنهنجي جيڀ کي فرحتون ڏين. دل خوب خوش، موج مستيءَ ۾، اِندريون سڀ ڀوڳ آنند ۾. شروع ڪريو، روحو شروع ڪريو راڳ کي.

روحن راڳ شروع ڪيو. فائوسٽ جي اکين اڳيان، عجيب ديدار ڪلڻ لڳا. فائوسٽ جي ڪنن ۾ مڌر سُر پوڻ لڳا. مٺيون لوليون هيون:- ڪارن ڪَڪَرن جون ڪمانون، اوهين سڀ ڪرتي وڃو، ته نيلو آسمان، وري پنهنجي سوڀيا ۾ مهربان دوست وانگر نهاري. شال هي ڪارا ڪڪر ڀرزا ڀرزا ٿي وڃن، ته نيڙڻ ٽمڪ ٽمڪ ڪندڙن تارن سان آسمان سهورو

چانجي وڃي ۔ نڪتر وڏيڪ نرمائي سان ۽ سانت سان جلوو ڪندا رهن ۔ آسمان جا سار، نوراني حسن ۾ هيٺ لون ۽ نڙي نهارين ۔ پريم پريون دليون، تڏا ساه ڪٺي سندن آجيان ڪن ۔ ٻنين ۽ باغن ۾، ندين جي پر ۾، ڳان جي منهن ۾، رنگين وڻن ۾، مٺين هيرن ۾، عشق جي خوابن ۾، خوش رهن خوش رهن ۔ گل ڦل باغ بهار! ڏيک ڏاڪن جا، دنگ دارن جا! پريون پريزادا، ندين جي موج وڻي، خوشين جا ڀائي ٻي، آڏامندا وڃن ٿا. اڳتي ۽ اڳتي، سورج آهي جتي ۔ جت چمڪندڙ پيٽن تي گجندڙ سمنڊ جون لهرون لڳن ٿيون ۔ آت ڪٿين ته پريون پريزادا، خوب ڳائين ٿا، سائي ميدان تي ناچ نچن ٿا، پاڻيءَ تي يا زمين تي، ڪي ڪٿي ڪي ڪٿي ۔ ڪي ڏوراهين ٽڪرين تي چمڪاٽ ڪن ٿا، ڪي روشن ڍنڍن تي ترندا رهن ٿا. ڪي وچ هوا ۾ چڪريون پائين ٿا. خوب خوشي، موج مستي، آنند هستي ۔ تارا آسمان ۾، عشق دلن ۾ ۔

ميفسٽو:- هاڻ ننڊ اچي ويئي اٿس ۔ شاباس اٿو منهنجا ننڍڙا روحو، شاباس، ڳيت ڳائڻ سان، حواس گم ۔

سو هن پانهو ٿي شيطان ڪي پڪڙي سو ڪهو رکي ڇڏيندس! سمهيو رهو، سمهيو رهو ۔ روحو طلسم ۾ ويڙهيندا اچوس ۔ ننڊ ۾ خواب ڏيندا اچوس ۔ چوڌاري ڦرندا رهوس ۔ پلي پيو پاڻي ته آءٌ سندس هنج ڪنڊيءَ ۾ قيد آهيان! ڏند ڪوني جو ...... ڪاٽي ڇڏي تو ...... ڪتريندو ڪيندو، آهستي

آهستي، ڏيري ڏيري، نشان نه رهي. اجهو ڪوئو پٽ تي، منهنجو سڏ ضرور ٻڌي :-

ڪوئن چوهن جو، مڪين ڏيڏرن جو، مڇرن ۽ چمڙن جو، خاوند حڪم ٿو ڪري: اڇ هليو! هي ٻُنيو ڪُتري ڇڏ. مٿرهو تيل هت چنڪاريو اٿس. ڪوئي جو ڏند لڳي وڃي، جيسين سڀ ڪم ٿي وڃي. ڪوئي سائينءَ سڏ ٻڌو آهي، ڏس ڪٿن ڪم ڪي لڳي ويو آهي. شاباش، ٻنج ڪُنڊي ڇڻ ڪتري! او هوءَ ڪنڊ به ڪپائي ڇڏ. ليڪن به ڪتري ڇڏ. باقي در جي ويجهو ڪُنڊ رهي، اها به هڪ چڪ سان پوري ڪر. بس هاڻي قيدي به ڇٽو، ٻنج ڪنڊي به ڇٽي.

فائوسٽ سُتو رهه سُتو رهه، خواب پيو خوب لهه. وري ٿا ڪڏجون.

فائوسٽ جاڳي ٿو. ڇا! تڏهن هي به طلسم هو! تڏهن هي رنگ روپ، سڀ ڪوڙا خواب هئا. تڏهن شيطان هوئي ڪونه، پائنجي ٿو ته رڳو ڪُتڙو هو، جو ڀڄي ويو!

# شيطان ۽ انسان

فائوسٽ پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو آهي. ٺڪ ٺڪ ٿئي ٿو.

فائوسٽ:- ٺڪڪو! - اندر آ. ڪير ٿو مون کي هاڻ آزارڻ اچي؟

ميفسٽو:- آءٌ آهيان.

فائوسٽ:- اندر آءُ.

ميفسٽو:- ٽي دفعا حڪم ڪر ته پوءِ اچان.

فائوسٽ:- آچ تڏهن.

ميفسٽو:- هاڻ بس - هاڻ آءٌ راضي آهيان - اسين ٻئي جلد ئي گهرا دوست ٿي وينداسين.

( اندر ٿو اچي )

هان آءٌ تنهنجي من مان، دک جا سڀ دونهان ڪيڻ آيو آهيان. هينئر آءٌ جوان امير جي ويس ۾ آيو آهيان - منهنجي سونهري پوشاڪ ڏس، ڪئن ٿي جهلڪا ڏئي ...

منهنجو ريشمي چوغو ۽ منهنجي ڊگهي لٽڪندڙ ترار. ڏس منهنجي ٽوپلي تي، ڪڪر جو مغرور ڪنپ. آءٌ بيشڪ عمدو جوان آهيان. هاڻ منهنجا دوست، بنا ڪنهن دير جي، تون بہ آئي تياري ڪر، مون جهڙي پوشاڪ پاءِ، چڙ ڪُٽيون، ٽپي هلڪو، هل تہ هلي حياتيءَ جا مزا ڏسون.

فنانوسٽ:- آءٌ ڇا جبي پوشاڪ پايان، پوشاڪ ڪهڙي بہ هوندي، تہ مون لاءِ سا ڪيو آزار، سا ڪيو قيد. منهنجي عمر ايڏي آهي جو مون لاءِ تو واريون لذتون آهن ئي ڪين، پر ايڏي نہ آهي، جو ڪامنا جو ڏنگ اصل مري ويو آهي. هي دنيا، مونکي ڇا ڏيندي؟ منهنجي ڪن ۾ هڪڙو ئي سُر پيو پوي "پاڻ روڪ، پاڻ روڪ" ڪلاڪ ڪلاڪ ۾ اهو گهگهو گهنڊ پيو وڃي. روز صبوح جو آئون سان من تي ڪنهن اينڌڙ هيبت جو خوف ويٺو ئي آهي. جاڳڻ سان، منهنجي آزاريل دل، اهڙو دک ۾ پرچيو اچي، جو جيڪر ڳوڙها ڳري پون. وري ٽنون ڏينهن شروع، پر منهنجي هڪڙي بہ آس پوري ڪانہ ٿئي. هڪ بہ نہ ا نئيون نئيون ڳُٽيون، ڪلرڪيو اچن، سڀ خوشيمنيءَ ۾ ملايو ڇڏين: تان جو خوشيءَ جي اميد ئي دل مان نڪريو وڃي. پوءِ هيءَ حياتي ڪوڙو ڪيل پيئي پانئجي، ۽ دکئي انسان جا من گهڙت آڏاٽا ڍاهيو ڇڏي؛ وري جڏهن رات اچي، تڏهن بوجن پريل ڇاتيءَ سان بستري تي پئجو رهان؛ حتي آرام تہ مون لاءِ آهيني ڪونہ، پر خوفناڪ، شوخ خواب آچو ديجارين. منهنجو اندر پون

جيڪو، جنهنجو مندر آهي منهنجي دل، جنهن جهو جو مٿس حڪم
ٿو هلي، سو هن اندر کي ٿسري تائين ولوڙيو ڇڏي: پر ٻاهر
تي سندس ڪوبه اثر نه ٿو هلي سگهي، تنهنڪري جيوت بوجو
ٿي پيئي آهي. انهي ڪان موت چڱو، حياتي زهر آهي.

ميفسٽو:- ها، پر تڏهن به **موت** مزمان، جڏهن اچي
ٿو، تڏهن آنجي آجيان نه ڪانه ٿي ٿئي.

فائوسٽ:- اڙي، اهو خوش نصيب انسان ڇٻيو، جنهن
کي فتح جي وقت، **موت** ٿو رت رڱيل ڇٽ پهرائي: خوش
نصيب آهو انسان آهي، جنهن عشق جي مستي ماڻي آهي،
پوءِ پل **موت** کيس اچي محبوب جي پاڪر ماڻ ڪڍي.

منهنجو به جي اهڙو نصيب ٿئي، جو منهنجو وجود موج
جي بي خبري ۾، داخل ٿئي: پوءِ ملڪ الموت جي حضوريءَ ۾
پل گهري وڃي، حواس ڪان پري، مَن ڪان پري، سدائين لاءِ
سمائجي وڃي.

ميفسٽو:- ها، پر تنهن رات هڪڙو شخص ڏٺم، هٿ ۾
شيشي کنيائين، منجهس ڪاري پاڻيا ڻي شيءِ هئي، مڙس دهلجي
ويو، ڪين پيتائين.

فائوسٽ:- چا، تون ته تڏهين جاسوسي ڪندو آهين،
ليئا پائيندو آهين؟ ائين نه؟

ميفسٽو:- مرو- جاڻو آءٌ ڪين آهيان، پر گهڻين ڳالهين
جو جاڻو آهيان

فائوسٽ:- آن وقت ايسٽرجي راڳ مونکي موهي وڌو. منهنجي دل ۾ اڳيون سُر آلاپڻ لڳو. منهنجي پُراڻي سمرتي کُلي پيئي هئي، منهنجي اندر ۾ اڳين ٻالڪ اوستا جي خوشي آئي. پر هاڻ اُئين ٿو ڀانيان، تہ اهو بہ طلسم هو! اسين آهيون ڇا؟ پر هاڻ اُئين ٿو ڀانيان، تہ اهو بہ طلسم هو! اسين آهيون ڇا؟ رڳو حواسي مايا! ڀٽ پوي اُنهي مايا تي، جا گمراهہ ٿي ڪري، دل تي چاريون ٿي مڙهي، غلاميءَ جي زنجيرن سان جڪڙي جادوءَ جو طلسم ٿي پيدا ڪري، جنهن ڪري موڙهل جيوُ ڦاسو وڃيءَ مايا جا ڪَکر و بڙهيو وڃنس.

ڀرين ڀرين ڀٽ پوي خيالن ٿي، جي ماڻهو ٿو گرهڻ ڪري؛ ۽ ڀٽ پوي هنن جي ماياوي ڀاڃن تي، جي رڳو شين جا طلسمي روپ آهن، جي حواسن کي منجهائي، ٻانهو ڪيو ڇڏين.

ڀٽ پوي هنن ٻاڪندي سپنن تي، جي ناءِ ناموس جا نشا ٿا چاڙهين. ڀٽ پوي سيني تمي، جنکي اسين ٻاڻ کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجو ٿا سڏيون- زال، ٻار، نوڪر ۽ هَرُ؛ ڀٽ پوي فلوس تي، جو موهيندڙ سون سان ٿو ماڻهن کان بي رحميءَ جا ڪم ڪرائي، يا عيش جي پلنگ تي ٿمو ٿامي لسو ڪري. ڀٽ پوي مٿي ڊاک جي دل ٺاريندڙ رس، ۽ عشق جي خوشين ۽ انسان جي لذتن تي. ڀٽ پوي، سڀ ڪنهن آميد تي، ۽ اعتقاد تي؛ ۽ ڀٽ پوي، سڀ کان وڌيڪ انسان جي سَيَتا واري سياوَ تي، جو موڳو ٿي پيو سَهي.

ميفسٽو:- جڏهن فائوسٽ هن خيال کي، ورنائين ڇو ويٺو، ترڪ ڪرهن مايوسيءَ کي، جا تنهنجي حياتيءَ تي ڪجھ وانگر ٿي وڃي، آءٌ تون سنگت ڪر. خبر هونديئي ته تون به منشن ۾ هڪڙو منش آهين، تنهنجي معنيٰ اها نه آهي تون به ڪو ڪُت خلق مسان آهين. آءٌ پڻ ڪو وڏيءَ خلق سان ڪين آهيان: پر تون جي مونسان گڏجي حياتيءَ جو دورو ڏسڻ هلندين ته آءٌ تو لاءِ ڏسڻ جون سهوليتون ڪندس. آءٌ هن پل کان وٺي تنهنجو همراهه آهيان، جي آءٌ توکي پسند پوان ته آءٌ تنهنجو نوڪر آهيان، پر جي تون چوين ته آءٌ تنهنجو ٻانهون آهيان.

فائوسٽ:- پوءِ پلا انهيءَ جي بدلي مون کي ڇا ڏيڻو پوندو؟

ميفسٽو:- انهيءَ کي ڏسي وٺبو، تڪڙ ڪانه پيئي آهي.

فائوسٽ:- نه نه! شيطان آهي خود مطلبي— بلڪل خود مطلبي - شيطان، ڏنيءَ ارٿ، يا نيڪ سهاو ڪري ڪجھ به ڪندڙ ڪين آهي: پڌاءِ تنهنجا شرط ڪهڙا آهن؟ صفا ڳالهاءِ. تو جهڙي سان هٿ گهنڊڻ ۾ پلائي ڪانه آهي.

ميفسٽو:- آءٌ هاڻ ڪي بدل ٿو رکان، ته هتي آءٌ تنهنجو خادم آهيان. تنهنجي خدمت ڪندي آرام مون کي حرام آهي. تنهنجي حڪم جو بندو آهيان. تنهنجي ٻڪ ٻوڙ ۾ آءٌ هڪيو رهندس، پر جڏهن اسين پرلوڪ ۾ هتي گڏ ٿا سين ته سا ڳي ريت تون منهنجو خادم ٿيندين.

فائوسٽ:- اهو پرلوڪ مون کي ڪين ٿو منجهائي، جڏهن تون هن دنيا کي پٺي آڏو ڪري ڇڏيو، پوءِ ڀلي جهان هجن يا نه هجن، مون کي انهن جي رتي پرواه ڪين آهي. سڀ جيڪي خوشيون ماڻي سگهان ٿيون سي هن جهان مان ٿيون حاصل ٿين، ۽ ڏکن تي پڻ هيءُ سج ٿو چمڪي! هتي کان پوءِ ڇا ٿئي، تنهن بابت مون کي ڪجهه به ٻڌڻو ڪين آهي. آءٌ انهيءَ ڄاڻ جي ڳولا ۾ ڪين آهيان، ته انسان آئنده جي جيوت ۾ ڌڪار ٿو رکي، يا پيار ٿو ڪري، يا انهن لوڪن ۾ هتي جهڙا ڏک ۽ سک، نيچائي ۽ اوچائي آهن.

ميفسٽو:- جي اهي تنهنجا ويچار آهن، ته تون تيار ٿي بيهه. بس هاڻ رکو شرطنامون بحال ڪريون، پوءِ بندو تيار آهي. مون وٽ رنگ به عجائب آهن، ۽ هنن جي ڪيل جا جادو تو کي جهجها ڏيکاريندس. حيرت ۽ موج جا نماءَ آءٌ تنهنجي اکيان کولي ڇڏيندس. تون اهي رنگ ڏسندين، جي انسان ڪڏهن اکين ڪونه ڏٺا.

فائوسٽ:- تون! تو وٽ آهي ڇا، غريب ابليس؟ تو جهڙن کي ڇا معلوم ته انسان ڇا جي ڳولا ۾ آهي، ڇا لاءِ ٿو پاڻ پتوڙي، ته هن جون اميدون، آسون ڪي انت آهن؟ ته به شيطان تو وٽ اهو ڪي موجود آهي جو تون انسان کي گمراهه ڪري، هٿ ڪيو وڃهين! تو وٽ اهي چشڪا آهن، جن مان ترپتي ٿيڻ واري ڪين آهي. تنهنجو ڳاڙهو سون، پاري وانگر ترڪڻي شيءِ آهي. هي راند نالي جي آهي، جنهن ۾ کٽڻو ته

آهيني ڪين. ڪاٿي جنهن جون پانهون منهنجي ڇاتيءَ ۾ پاڪر منجهه ٿيون جهلين، تنهن جون اکيون آن وقت ئي ٻئي ڪي پيئون ڪنيين. ڀلا شان تو وٽ ڪهڙو آهي؟ تون ڪهڙو مون کي درجو وٺي ڏيندين؟ طمع جي آسمان ۾ ڪڻ ڀل جا ٻجر تارا؟ ها! ڀلا ڏيکار پنهنجا ميوا، جي هٿ لائڻ جهڙا ٿين ئي ڪين تنهن کان اڳ ۾ رجهي وڃن! ڏيکار پنهنجا وڻ جي روز ٽا مُڪڙيون ڪيدن، روز ٽا ٻور جهلين!

ميفسٽو:- ڪهر جيڪي ڪهرٽو هجيني، جو خيال ۾ اچيني، مون لاءِ ڏکيو ڪي ۾ ڪين آهي. ڊاڪٽر صاحب جي دل جي خبر پئجي ويندي. آرام گاهه ۽ وندر ولاس، ۽ پڻ موج جون محفلون، منهنجو توکي انجام آهي، فرحت ڇا آهي، سا توکي پروڙ ضرور پوندي.

فائوسٽ:- فرحت ۽ آرام! نه نه! اهي مون لاءِ آهن ئي ڪين، آءٌ انهن جي طلب ڪين ٿو ڪريان، انهن جي ڳولا ۾ آءٌ ڪين آهيان. سستيءَ جي هنڌ تي جي ۾ آءٌ ڪٿي لڌان، ته شال منهنجو پساهه ۾ پوپون ٿئي. تون پاڻئين ٿو ته تنهنجي ڪوڙ پدوڙ ۽ خوشامند ڪرڻ سان، تنهنجي موهڻ سان مون کي آٿت اچي ويندو. تڏهن حياتيءَ جو پوپون ڏينهن پل اچي. مون کي شرط قبول آهي.

ميفسٽو:- قبول.

فائوسٽ:- آءٌ ۾ چوان ٿو قبول، سودو بحال.

ميفسٽو:- غور ڪر. اسين وسارڻ وارا ڪين آهيون.

فائوسٽ:- ياد ڪرين يا وساري، سا تنهنجي مرضي. مون ارادو ڪيو، ۽ نہ تڪڙ پڪڙ ۾: هتي جيسين آءٌ آهيان، تيسين ضرور مون کي ٻانهو ٿي ٿي رهڻو آهي، پوءِ، ڇا، جي تنهنجو، يا ٻئي ڪنهن جو.

ميفسٽو:- تڏهين اڄ ٿي آءٌ ڊاڪٽر صاحب جن جي ڪاني مهل، اوهان جو نماڻو دوست ۽ خادم ٿي اچي ٻيهندس. هاڻ رڳي هڪڙي ڳالهہ. جنهن صورت ۾ حياتي يا موت تي ڀروسو ڪرڻ آهي، تنهن صورت آءٌ جيڪر ٻانيان، تہ هڪ ٻہ سٽون لکيت جون هجن.

فائوسٽ:- سو تو کي ٻہ لکيت کپي، مڪريلي! تون انسان کي ۽ انسان جي سياهہ کي ڄاڻين ٿو؟ اهو ڪافي نہ آهي تہ مون ٻنهنجي زبان ڏني؟ "منهنجي حياتي، مون وٽ جيڪي آهي، ۽ جيڪي مان آهيان، سي ڇا آهن؟ منهنجي زبان جو فقط پڙاڏو آهن، ارادي جو انجام آهن." جي زبان ڪجهہ بہ نہ آهي، تہ تڏهين لکيت وري ڇا آهي؟ ڇا هي جهان جو دورو، فقط طوفاني چڙهائي جو بحر آهي؟ ڇا هي هزارين درياهہ، دائمي چناپيٺيءَ ۾ رڳو ديوانن وانگر پيا بيهودو لُڙڪن؟ هي سڀ چڪر ۾ هلن ڪين پيا؟ هلندا ڪين پيا؟ ڇا تون ڀانئين ٿو، تہ هن سنسار جي سدا وهندڙ وهڪ ۾، رڳو آءٌ ٿي هڪ هنڌ تنهنجي انجام جو ٻانهو ۽ قيدي ٿي، پٽ تي جهلجي بيهندس؟

عجب آهي ته هرکو هن وهم ۾ وکوڙيل آهي. جو پاڻئي ته انهي کان اُجو ٿيان، تنهن کي سمجهڻ جڳائي ته دل جو تت آهي، سچائي ۽ ايمانداري. جنهن وقت اهي ٿيون سڌ ڪن، تنهن وقت ڪابه قرباني ڪري ڪين آهي.

سچا ڳو آهي اهو انسان، سچ جنهن جو سدائين ساٿي آهي، سچ جو ٻاهرين ٻنڌڻن کان چٽل آهي، اي داغ آهي: جنهن جي اندر ۾ سچ جي جوت ٿي وسي ۽ هن جي قدمن کي رستو ٻتائي ٿي، ٻئي ڪنهن رهبر جي همراهيءَ يا گمراهيءَ جي هن کي لوڙ نه آهي، هو وونڪ جا واپاري ڪين ٿو پڇي، ٻر پنهنجي اندر جو طالب آهي." چا، دک سهڻو پوي، هن کي پرواه نه آهي. ستامپ لڳل قبض، يا دستوري دستاويز، مهر لڳل، ۽ صحيح ٿيل، اهي سڀ اٺ وٺندڙ ۽ دل کي دک ڏيندڙ رستا آهن. وچن ئي بس آهي. ها پر وڏيڪ دليل جي ضرورت ڪهڙي؟ وچن کان سٺي لکيت آهي چا؟ چا، شيطان، تو کي چا کپي؟ پتل؟ سنگ مرمر؟ ڪاڳر؟ چيٽي کپئي، ڪين ٻنو ۽ مس کپي ٿي. چؤ چا کپي ٿي؟ جي سڀ کپن ٿي ته سڀ ڏيان.

ميفسٽو:- هي جوش چا جو؟ اجائي فصاحت؟ ڪاڳر ٽڪري بس آهي. رڳو ڪٺي صحيح گهرجي. خون جي هڪڙي ڦڙي سان.

فائوسٽ:- اجائي پوڪباڻي— پر جي تون انهي ۾ راضي آهين — ته

ميفسٽو :- خون ضرور هجي ، خون ڪي پنهنجون وصفون آهن .

فائوسٽ :- ڊپ نہ ڪر تہ آءٌ ڪو هي شرطنامو ٽوڙيندس. منهنجي سموري خواهش آهي تہ پنهنجو انجام پاڙيان. مون هيلتوڻي پاڻ کي وڏو ماڻهو پئي سمجهيو آهي، پر منهنجو درجو ڪو تو ڪان مٿي ڪونہ آهي؛ پرم پرُش جي مون تي ڌڪار آهي ، هن مون کي لاهي هيٺ ڪيو آهي ؛ سرشٽي مون کان سيل مهر ٿي لڪي پئي آهي؛ منهنجي خيال جي ڄاري ٽٽي پئي آهي، ڌاڳا ڌاڳا ٿي پئي آهي . علم جو نالو ٻڌي ، مون کي بڇان ۽ ڪراهت ٿي اچي . هاڻ منهنجي خواهش آهي تہ آءٌ ڀوڳن ڪي لڳي وڃان، جلائيندڙ ڪامنائون پوريون ڪريان، جادوءَ جا ڳجهہ جنبو پايان، حواسن کي ڪرامتن جي موج وٺايان! اچ تہ هلي پاڻ کي زماني جي لهر ۾ آڇلائي ڦٽو ڪريون . ٻلي جهان جي جهڳرندڙ لهرن ۾ ڏک ۽ سک ، ڪراهت ۽ فرحت، پيا اچن ۽ پيا وڃن . رُجو انسان لاءِ هميشہ چڱو آهي .

ميفسٽو :- تو کي ڪابہ جهل ڪانہ آهي، ٻلي موج ڪر ، هرڪا مٺائي چک، هرڪا سرڪي چاڙهہ، دم دم ۾ نَواڻ - پل پل جي صورت ماڻ، گل گل جي سڳند وٺ، آءٌ هليو آءٌ آءٌ، نئي جواني پاءِ، لڄ ڇڏ هاڻ ٺهي .

فائوسٽ :- ٻڌ هن پل کان وٺي ، مون پنهنجو پاڻ،

جيءَ جان ۽ هستي، سڀ عيش ۽ مستيءَ کي ڏنو. نشو نهايت جو، خوشي بيحد جي، اهڙي جشن آتاهين جبل جي چوٽيءَ تي بيهي هيٺ اوڙاهه ۾ نهارڻ سان مٿو چڪر کائي وڃي. اچ کان وٺي، آءٌ پاڻ ارپڻ تو کريان، طوفاني شهوت کي، آزاريندڙ الفت کي، زور پريءَ نفرت کي؛ سڀ جو جوش تو ڏياري، تنهن کي. دل، دماغ جي جاکوڙ کان آجي ٿي، دق کندڙ بخار کان ڇٽي، ڪنهن به درد جي آڏو پنهنجو در بند ڪين ڪندي. جو ڪجھ انسان ذات جي انگ ۾ پيل آهي، سو سڀ آءٌ پنهنجي اندر ۾ پوکيندس. پنهنجي جيءَ سان سڀ ويچار، اونچا توڙي اونها گرهڻ ڪندس. پنهنجي دل تي سڀ انساني خوشيون ۽ آزار آءٌ مڙهيندس. آءٌ پاڻ کي ايڏو ته پکيڙيندس جو انسان ذات منهنجي وجود جو ڀاڱو ٿي وڃي، ۽ آءٌ اصل فنا ٿي وڃان.

ميفستو :- هڪ انسان جي اندر ۾ ايڏو جوش! اعتبار ڪر، سون به ڪي هزار ورهيه، دن بدن پني مي سخت داڻا چٻيا آهن. آءٌ تجربه ڪار سچڻ ٿي تو چوانءِ، ڪنهن به انسان هندوري کان وٺي وينديءَ چکيا تائين، سخت ڪچو اٽو هضم ڪين ڪيو. سچو، انسان جي طاقت کان ٻاهر آهي. ڪل ڳُو ملائڪ لاءِ آهي، جو دائمي روشنيءَ ۾ تو رهي! انسان کي مٿن اونده ۾ هنيو آهي. اوهان انسانن لاءِ ڏينهن ۽ رات ٻه آهن.

فائوسٽ:- تڏهن ته آءٌ پنهنجيءَ تي آهيان.

ميفسٽو:- واهه جو ڳالهايئي! رڳو هڪڙي ڪمي تي مون کي ڏسڻ ۾ اچي، ـــ ڪم پهو آهي وڏو، سمو آهي ٿورو، ڪجهه وڌيڪ سبق سک ۽ پوءِ ارادو ڪر. ڪنهن شاعر جي واهر وٺ جو خيال جي ميدان ۾ ڏوري ڏوري، تنهنجي من ۾ سڀ خاصيتون گهڙيندو وڃي. شينهن جو شان، هرڻ جي تيزي، اٽالين (ڏکڻ وارن) جو گرم رت، اتر وارن جي مضبوطي، هڪ ئي جسم ۾، ٺڳي ۽ ايمان، ڪامڻيءَ جي عشق سان، دل سموري گرما گرم، ساڳئي وقت دليل جي صفائي سان، دماغ سمورو ٿڌو سرد. اهڙيءَ ريت سڀ ضد هڪ ٻئي سان ميلي وجن. اهڙو حضرت جزو آءٌ پانيان ٿو ته مون کي ٻئي ڪنهن هنڌ ته مليو هو.

فائوسٽ:- آءٌ تڏهن ڇا آهيان؟ جيڪڏهن هي اميدون ۽ هي حواس سڀ اجايا آهن، ته پوءِ تڏهن انسان ذات جو ڇٽ، جنهن آتانهينءَ تي رکيل آهي، آتان ڪٿ حاصل ٿيندو.

ميفسٽو:- تون جو ئي آهين، سو ئي آهين، نه نه، ڪڏهن به شڪ نه آڻ، پل ڪٿي ٿون ڪيتريون ئي ڪوڙيون گهنڊيدار ٽوپيون مٿي تي پائين، يا ڪوڏن جيڏن ڏکڻ جو راهن ۾ پير پائي گهمين، ته به تون جو ئي آهين سو ئي آهين.

فائوسٽ:- افسوس افسوس، ساري جهان جو علم مون ڪٺو ڪيو، طمع جي خواهن ۾ مون من جي ڪهوڙي کي خوب

آڏاھو، جڏھن جڏين جھڙي ڪير، ڏکڻائڪ چنائيني ڪاڏ ٻر ۽
۽ ھاڻ ٻيوس ۽ اڪيلو آھيان، ڪاھ نٿين شڪتي ڪاڻ ٿي
ملير. منھنجو قد ھڪ وار جي ويڪر جيڏو بہ مٿي ڪين ٿيو
آھي، جھڙو اڳي تھڙو ھيٺڙ، اپڙر ڪان آءٌ دور آھيان.

ميفسٽو:- ھا! ايڏو انسان جو بيھودو خيال! منھنجو
خيال ايڏو نہ آھي، تنھن ڪري وڏيڪ سچو آھي. ڇو وينو
وماسين، ڇو وينو ڏوماٺون ڪائين، جھسين حياتي آھي،
تيسين ڇو نٿو حياتي مائين؟ ڪھڙي نہ ڇريائي! توڪي
مٿو آھي، ھٿ آھن، شڪم آھي، ھو ھي ڪھڙي ئي
آھن. پر اھي سڙيئي آءٌ تہ وينو مائيان، پوء اھي منھنجا
ڪمن ٿيا جا؟ جڏھن منھنجي ڪاڏيءَ ۾ ڇھ ڪھوڙا ٿا ٻڌجن،
تڏھن سندن لڱ منھنجا نہ ڇٿبا؟ مغرور شرطي ڪھوڙن جي
پنيءَ تي مان نہ آھيان، تڏھن ڪير آھي. سندن ڇو ھي ھنڌ
۾ آءٌ ڇڙھو آھيان، سندن سکھ ۾ آءٌ سکھو آھيان، سڀ
طاقتون منھنجون آھن، جي آءٌ ٿو ملاھان. ڇو وبہ جنگھون
منھنجون آھن. آٿ! آٿ! ھي مايوسي جو ڪڪر ڪھڙي
چڏ، اجايا خواب ترڪ ڪر. اھي تنھنجا ھنبت، آھن مڙيئي،
مرونءَ وانگر، جو سُڪيءَ تمي پوت وس ٿيي سارو وقت پھو
ڦيريون پائي، اھا خبر نہ ٿي پوس تہ چوگرد ڇوڏاري سبز ساوا
ميدان لڳا پيا آھن.

فائوسٽ:- ھا، پر آھا نٿين حياتي شروع ڪئن ڪبي؟
ميفسٽو:- پھريون ڪم جو ھالڪي ڪرڻو آھي، سو ھي،

ته هتان آءٌ ڏامي هلون. هي مڪان ڏ ڪدائڪ شهيديءَ جو آهي؟ هيءَ ڪهڙي حياتي هتي گذاري اٿيئي؟ ڇا هيءَ به ڪا زندگي آهي، جو پنهنجي ۽ شاگردن جي حياتي ٽڪائي ڇڏجي. ڇڏ ڇڏ هي سڀ اجايو ڪم.

فائوسٽ:- هاڻ ڪٿي هلون؟

ميفسٽو:- جتي تنهنجي مرضي هجي. پهرين پهرين هلي رواجي عام حياتي ڏس، پوءِ جي تنهنجي مرضي هجي ته هلي عيشي دنيا ڏسج، ته ڪٿن نه ناچن جي بزار گرم آهي — موج ۽ مستي، آزاد هستي.

فائوسٽ:- ڇا تنهنجي مرضي آهي ته هيءَ ڊگهي ڏاڙهي ڪٿي پيو گهمان؟ پهرين ته ڪٿن ڏاڙهي ڪترائي، سهڻي ڪريان؟ پوءِ مون کي، ته ڪٿن دنيا ۾ هلجي؟ مون کي ته خبر ئي ڪانه آهي، نوابن جي دنيا منجهه ڪهڙا لڇڻ هلجن. مان ته ڪڏهن سنگت ۾ رليو مليو ڪين آهيان، تون سمجهاءِ.

ميفسٽو:- منهنجا نيڪ دوست، انهيءَ جو خوف تون ڪر ئي نه. رکو دم رکندو آءٌ، اهو اٿيئي حياتيءَ جو هنر.

فائوسٽ:- سفر جو ڪهڙو بندوبست؟ ڪٿي آهن نوڪر؟ گهوڙا؟ گاڏيون؟

ميفسٽو:- رکو هن جبي جو پلاند پکيڙڻ جي ويرم آهي ۽ اهينئي هوا ۾ ڪجهي سي ڊبهي سفر تي پئبو. ڪو،

ڪُوڙو سامان پاڻ سان نہ کڻ ، ٿوري ۾ٿ سان، جا اجها ٿي تيار ٿئي، زمين کان مٿي ڪجهہ هلنداسين . هلڪا ٿي ، ٽڪڙا ٿي هلنداسين ۽ دور دور وڃي پهچنداسين ! آءٌ هليو ، منهنجا دوست نئين ۽ وڏندڙ زندگي اڳيان اٿيئي . خوش رهہ خوش رهہ .

# ڏائڻ جو رڌڻو

ميفستو فلس، فائوسٽ کي ولي سنر تي نڪتو. فائوسٽ
کي زماني جي حال کان واقف ڪيائين. ٿشين جو ڇا حال
آهي، ڪئن شراب وس ٿي پنهنجو ايمان وڃائيندا ٿا رهن،
ڪئن شراب ۾ غرق ٿي فاحش راڳ کي فرحت ٿا سمجهن ۽
ڪئن بوھ ڪار ۾ لمپٽ ٿي، هڪ ٻئي سان وڙهن ٿا، مارا
ماري ڪن ٿا. فائوسٽ ڏٺو ته وڏي ۾ وڏو شيطان ته
شراب آهي، جو ٿو شهوت کي آثاري انسان کي خراب ڪري.
ميفستو فلس، فائوسٽ کي اهي ڳالهيون ڏيکاري، جلد ئي ڪيس
هڪ مڪان تي وٺي آيو: ان مڪان کي "ڏائڻ جو رڌڻو"
ٿي ڪوٺيو ويو. هڪ چلهه هئي، جنهن تي ڪڙاهي چڙهي
پئي هئي. دونها به ڪهاڻا پئي نڪتا، دونهي ۾ عجيب غريب
روپ پئي ڏسڻ ۾ آيا. ڪڙاهيءَ جي پاسي ۾ هڪ پليءَ
روپ باندري وبئي هئي ۽ ڪڙاهيءَ ۾ ڏوئي وجهي پئي کهايائين.

ٻاهر جي پرسان وري ٻلي روپ ٻاندر وينو هو، ۽ ننڍڙا ٻچا به اُتيئي ويٺا هئا ۽ ٻهاڻ ويٺي سيڪيائون. رڌڻي ۾ ڪيون ٻه عجيب غريب ٽنگيون پيئون هيون. اهڙي مڪان ۾ اندر فائوسٽ ۽ ميفسٽو فلس لنگهي آيا، فائوسٽ جي دل ۾ ڪراهت ڏيندڙ مڪان ڏسي پڪارڻ لڳي :-

هي بيجان پيدا ڪندڙ ڏاڏيٺو ڏسي منهنجي دل ڪتي ٿي پيئي آهي، بيمار ٿي پيئي آهي. ڇا تون ٿو چئين، هن غليظ غار ۾، هن ڇرياڻي جي ڪچري ۾ مون کي جيون شڪتي ملنديء ڇا انهي لاء صلاح مصلحت ڪرڻ لاء مون کي هڪ ڪُراڙي ڏائڻ وٽ اچڻو آهي؟ ڇا هن ڪڙاهيء مان دل ڪچي ڪندڙ رس پيئڻ مان آءٌ ٽيهه ورهيه ننڍو ٿي پوندس؟ ٻس جي تو وٽ هن کان ڪا ٻي بهتر شيء آهي ڪين ته منهنجون اُميدون سڀ مري ويئون، منهنجي آس سڀ اُڏامي ويئي. ڇا هن ڪان سواء قدرت ۾ ڪو ٻيو آب حيات آهي ڪونه؟ ڇا آتما وٽ حياتي کي نئون ڪرڻ لاء انهن اُپاون کان ڪو ٻيو بهتر ڏياو آهي ڪين ڇا؟

ميفسٽو:- هاڻ مون ٻنهنجي دوست جو دليل صحي ڪيو:- هائو! قدرتي اُپاو به آهن، جن جي وسيلي، حياتيء جو نئون ۽ طاقت، ملي سگهن ٿا، پر هي سبق ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ لکيل آهي ۽ اهو باب ڪو اور آهي.

فائوسٽ:- آءٌ اهو سگهندس.

ميفسٽو:- هڪڙو آهاو آهي، انهي لاءِ نڪي سون کپي، نڪي دوا کپي، نڪي جادو کپي. نو ڪلائي ۾ نڪري وڃڻ، ڪاٺيون ڦوڙڻ ۽ زمين کوٽڻ، هڪ تنگ دائره اندر پاڻ پوري چاڙڻ، هرڪا خواهش بندي وڃڻ، ڪاڏو سادو کائڻ، پسن ۾ پسن وانگر گذارڻ؛ کلٺي ميدان ۾ ڇيٽو پکيڙڻ ۾ ڪو به شرم نه سمجهڻ، انهي ڪچري مان جيڪي پيدا ٿئي، سو لٽڻ، اهو بلڪل ڪارگر رستو آهي حياتيءَ کي نئون ڪرڻ جو، پوءِ ته ٨٠ ورهين جي ڄمار ۾ ڪهاڙهه ڪٽو !

فائوسٽ:- اهو ته مون کان ڪين پڄندو، آءٌ انهي تي هر بو ئي ڪين آهيان، نڪي ڪي هيتر مون کي ڪوڏر ڪٽڻ ايندي، اهڙي تنگ رهڻي مون کان ڪانه پڄندي .

ميفسٽو:- جي پلا نه، ته پوءِ هي ڏائڻ آهي .

فائوسٽ:- ائين ڇو؟ ڪراڙي ڏائڻ جو هن ۾ ڪهڙو واسطو؟ تون نئو پاڻ اها سُرڪي رڌي سگهين .

ميفسٽو:- اهو ٺيو اجايو وقت وڃائڻ. اها لاهڻ ڪو سولو ڪم نه آهي؛ هزارين پُليون پڌجي وڃن، پر هي شيءِ ايتري وقت ۾ به نه ٺهي سگهي. هن ۾ ڪو وگيان با اٽڪل ڪانه کپي، پر تحمل کپي، جو ويهي من هلائجي. جيئو ڪي سال ويهي گوشه نشيني ۾ رهي پيو پاڻ پکهاري؛ وقت ۽ رکو وقت هن کي صفا ٿو ڪري ۽ سگهو ٿو ڪري. هن جون سڀ شيون غيبي آهن. هن جون طاقتون ۽ هن جا جزا عجيب

امن . برابر، شيطان هو جنهن پهرين اها بنائي، پر تنڌهن به شيطان هينئر ان کي نٿو ڏاهي سگهي. ڏس، ڏس، پريان ڏس ته کهڙو حسين جوڙو آهي، ڪنوار ۽ گهوٽ — (باندري ۽ باندر کي ٿو چوي) پانهنجي ٿو ته گهر ڏيائي پاهر نڪتي آهي.

باندر :- بُخاريءَ مان لنگهي وئي هلي. وئي آهي نٿو پيئن، ڪڏ تي وڃي وئي آهي.

ميفسٽو :- اڃا تڏهن اڃڻ ۾ دير اٿس؟

باندر :- پيرن جون آڱريون، مٿس سيڪيون، تنهن کان اڳ هوءَ اڃي وڃي.

فائوسٽ :- مون کي ته هي آواز، هي شڪل، هي روش ڏسي، بيان اڃو وڃي، آءٌ هي ڏسي نٿو سگهان، منهنجي دل بيمار ٿيو پوي.

(ميفسٽو ڪجهه وقت باندري پوتن سان ڳالهيون ٿو ڪري، ايتري ۾ فائوسٽ رڌڻي ۾ هڪ آرسي رکي آهي، تنهن ۾ ويٺو نهاري. ڪنهن مهل اڳتي پيو وڃي، وري هٽي پيو هٽي. نهار پندي نهار پندي منجهس ڇا ٿو ڏسي!)

فائوسٽ :- هي ڇا ٿو ڏسان، بهشت جي حور، من جادوءَ جي آئيني ۾ ڪهڙي نه سوهيندڙ صورت! اڙي! اي عشق ڏينم پنهنجا تکا ۽ ٻي آواز پر، ته آءٌ ات اڏامي وڃان، جيت هوءَ آهي. بيٺي ته بنهه اکيان اٿر، ته به ڏسهان ڏور آهي،

خبر نہ آهي ڪهڙي لوڪ ۾ آهي! افسوس! ڇا ٿو ڏسان! ڙڳو
جي هن جاءِ تان ٿورو ٿو اڳتي چُران، تہ ڪارو ڪڪر ٿو
ڪيس ويڙهي وڃي. اي زال جي صورت، پري روءِ پيڪر.
اڙي! حسن بي نظير! ڇا زمين وٽ ايڏي سونهن! ڇا هيءَ
زال هوندي؟

هن صورت ۾ تہ ڪيترن بهشتن جا حسن ۽ ناز اچي ڪٺا
ٿيا ٿا ڏسجن. ڇا هيءَ زال آهي؟ ڇا هي ڪو خلقيل
ٻرائي آهي؟

ميفسٽو:- عجب بہ واجبي لڳو اٿس! جنهن ستن ڏينهن
۾ هيءَ دنيا رچي، تنهن هي صورت ٺاهي، پنهنجي ڪاريگري،
تي حيرت ڪاڏي. واهہ جي صورت! هائو، پلي پيو ست ٿي
مٿس نهار، اهو خزانو مون وٽ سلامت آهي، انهي جو انجام
آءٌ ڪري ٿو سگهان. سڀاڳو آهو انسان آهي، جو مهڙي
ڪنوار ٿو گهر آڻي!

( فائوسٽ پيو شيشي ۾ نهاري، ميفسٽو پيو ٻانہ لوڏي )

فائوسٽ:- افسوس! منهنجا تہ حواس ٿا خطا ٿين.
منهنجي دل ۾ مچ ٿو مچي. هل تہ هلون.

(ايتري ۾ ڪڙاهي اُٻامي ٿي، هڪ وڏو پنيٽ ٻخاري
ٿائين وڃي ٿو. ڏائڻ خوفناڪ رڙيون ڪندي پنيٽ مان
هيٺ لهندي اچي ٿي)

ڊائن :- هان! هان! هان! مصيبت ٻري ٿي مرون! ٻيٽ ٻوڙيٽي سوئر! ڪڙاهي اُڇاس وڌي آهي! شروع ليٽي ٻيو، ڏياڻي جلي وئي! ٻيٽ ٻوڙيٽي مرون. (فائوسٽ ۽ ميفسٽو کي ڏسي) ۽ هي ڇا آهي؟ اوهين ڪير آهيو؟ ڇو آيا آهيو؟ ڪنهن موڪلهو اٿو؟ شال پرندڙ سور، هڏو ۽ سيڄالو جلائيو!

( ڊائن ڪڙاهيءَ ۾ ٿي ڏوئي وجهي، فائوسٽ ۽ ميفسٽو تي ٿي باهه جا آلا اُڇلائي . باندري پوت ٿا رڙن . ميفسٽو هڪدم وڃو ٿو هٿي، ۽ ديڳڙيون ديڳڙا ۽ شيشا پرزا پرزا ٿو ڪري )

ميفسٽو :- پڪا پڪا! دوزخ جو شروع پلي هار يو، شيشا پلي ٽڪر ٽڪر ٿيا . مهڙا ٿي لفظ پڙين ، هي اٿمي اُجورو ، منهنجي ماڪي! هي سڀ راند آهي! هي سڀ چرچو آهي! ڇا ڊائن توکي خبر ٿي نہ آهي تہ آءٌ ڪير آهيان، منهنجو خاوند ۽ ڏٽي، ٿي سڃاڻين؟ هڏ پڇي ٽڪر ٽڪر توکري ڇڏيائين، سڀ تنهنجا باندر، لولهڙا ڪڇڙا، سڀ تو وڃائي ڦٽا ڪريائين، ڇا منهنجي چيلهہ جو ڳاڙهو پٽو نٿي ڏسين؟ هي منهنجو ڪڪڙ جو کنڀ نٿي سڃاڻين؟ ڇا منهنجي مُنهن مٿان ڪهڙو برقعو چڙهيل آهي، جو منهنجا پوئلڳ بہ مون کي نٿا سڃاڻن؟ ڇا آءٌ انهن کي بہ تڏهين پنهنجو نالو، پنهنجو درجو ٻڌائيندو وتان .

ڊائن :- معافي، منهنجا سائين معافي . مون ڀُل ڪئي،

مون توهان جو پڳل * پير ڪونہ ڏٺو، اوهان جون ٻہ ميرڻيون ڪٿي آهن !

ميفسٽو:- چپ ڪر، ڪراڙي پرڪڻ، هي دفعو معافي اٿيئي. هاڻ ڪي مٺائي بہ ڪجھ وقت تي ويو آهي، تيتري ۾ وڏو ڦيرو پنجي ويو آهي، دنيا ڏاهي ٿي پيئي آهي. واڌاري جو روح ٻل ٻل ۾ پيو ڏسجي؛ سڌارو هر شيء تي پکڙيل آهي، شيطان بہ سڌريو آهي، جهنگل جڏي هاڻ درٻارين ۾ ٿو گذاري. جهنگلي قديمي پوشاڪ جڏي ڏني اٿس، اڳي ڳهنجول پيشانيءَ تي سڱ هوندا هئس، مڙيل پڇ هوندو هوس ۽ هيبت ناڪ چنبا هوندا هئس، هاڻ اهي سڀ ويا، هاٿوڪي تعلم اهي ڪيڏي ڦٽا ڪيا. باقي پڳل پير سو اجا بہ اڳي جهڙو اٿم، اهو بہ مون کي وٺي ڪين ٿو، جو تہ ڪي وڏا شريف جي اهو ڏسي وٺندا تہ مٿن مون نسبت اثر آ ڳرو وهندو. تنهن ڪري مون ڪان جيترو ٿي سگهندو آهي اوترو ڪٿي پير لڪائيندو آهيان، تنهن ڪري پٽا ڪٿي پڌا اٿم، جنهن ڪري هاڻ ايترو منبڪائيندو آهيان، جيترو هيئر جو فياشن آهي. ڪيترا جوان، جن جا نالا بہ اچنرٽا، سي بہ ساڳي روش ٽا وٺن.

ڏائڻ :- شيطان آيو آهي. منهنجو قديمي پيارو آيو آهي. واه واه، آءٌ تہ خوشيءَ ۾ ٿي ڦاٽان.

---

* شيطان جو، چوندا آهن تہ پير پڳل آهي، تنهنڪري هو منبڪائيندو آهي. هن کي ٻہ ميرڻيون بہ هونديون آهن. اهي هن جون نيشانيون آهن.

ميفسٽو:- ٻُڌو، اهو ناٿو ٿئي. مون کي انهي ڳالهه جي ڄاڻ ناهي.

ڊاڪٽر:- ڇو؟ ڪهڙو سبب؟ ڇا ڪو شريف ناهي، جو ڪنهن کي؟

ميفسٽو:- تمام گهڻو ڪتب آندو ويو آهي، ۽ هاڻ هڙين جي قصن وانگر پيو ڪن کي لڳي. انهي نالي وٽن ئي اهڙو ته ماڻهو هري ويا آهن، جو پيا پائين ته اها به ڪا ڳالهه ڪٿا آهي، اڄڪلهه ماڻهو پنهنجي تجربي ڪان ٻاهر ڪي ٻڌڻ لاءِ تيار ڪين آهن، هو هاڻ سڀ ڪجهه نٿا ثابت ڪري ٿا سگهن. هو مون نسبت هڪ اکر به اعتبار ڪين ٿا آڻين. ڀلا انهي ڪري ڪو بهتر ٿيا آهن؟ ڀاڻ شيطان آهن، ۽ شيطان ۾ نه اعتبار ڪن! مون کي اڳتي **نواب سائين** ڪوٺيو، انهي نالي ۽ لقب تي ڪنهن کي اعتراض ڪونه ٿيندو. آءٌ به اهڙو ئي نامدار آهيان، جهڙو ڪو خانداني.

ڊاڪٽر:- واه واه، سائين تون آهين. تون اڳي جهڙو ئي خوش مزاج شودو آهين.

ميفسٽو:- (فاسٽوس کي) مون کي روز مره جي تجربي سيکاريو آهي ته ڊاڪٽرن سان هي رستو نهايت ڪارگر آهي.

ڊاڪٽر:- هاڻ سگهرو ٻڌايو. ڇا ٿيندا؟

ميفسٽو:- مهرباني، هڪ گلاس بس آهي. ڪو جهونو پيالو پيارج. (فائوسٽ کي) هن شيء جي طاقت سال بسال وڌندي ٿيندي آهي.

ڊائڻ:- حاضر. پيو پيرو چون جي ضرورت نه آهي. اڇها هيء بوتل. آءٌ به ڪڏهن ڪڏهن پيئي چکندي آهيان. ڪابه بانس ڪانه ٿي رهي. وٺ وٺ هي ڏرارُ. (ميفسٽو کي) مٺا پسر هڏ، هي درار وٺن ڪان پهوه هڪ ڪلاڪ بس ڪين ڪيندو، بشرطيڪ ڪو جادوء جو اثر وجهجيس.

ميفسٽو:- هو سنگتي آهي. انهي پيالي مان فايدو پهچندس. هن کي ڊائڻين وارو ڪاڄ ڪيو. هن جو شڪر تون جيڪي به ڏيندس، جهلي ويندو. آءٌ، ڪيڏ گول چڪر پڙهه منتر. پر پيالو ڀر. ڪوبه نقصان ڪونه ٿيندو.

(ڊائڻ نمي نڙي اشارا ٿي ڪري پوءِ هڪ گول چڪرو ٿي ڪيڏي. چڪري جي اندر عجيب غريب شيون ٿي رکي. ابتري ۾ شيشا گهڻ ... ڪن. ڪڙاهي ڳاڻي ٿي. پچاڙيء ۾ ڊائڻ هڪڙو ڏو ڪتاب تي ڪٽي اچي، ماندريون ٿي چڪري جي اندر ... اري. هڪڙي ٻاندري جي پٺيء تي ڪتاب ٿي رکي، پوءِ ماندريون ڏيائيون ٽيون هٿ ۾ جهلي. فائوسٽ کي ٿي اشار ... ڪري ته اچ.)

فائوسٽ:- (ميفسٽو کي) ... هي رنگ ڏسي منهنجي دل بيمار ٿي پيئي آهي. هن مان ڪهڙي چڱائي ٿيندي؟ هن

جو مطلب ڇا؟ هي رڙيون، هي اشارا ڇا ڇا آهن؟ هيءَ ٽڪڙي ٽڪڙي ٻُڙ ٻُڙ ڇا جي آهي. ڪندي، ڪراهت، نڪڻ، مون اڪي ٻ، اهڙيون ڳالهيون ڏٺيون آهن. منهنجي انهن تي نفرت هئي.

ميفسٽو:- هي سڀ اٽالو هن ڏٺي جو آهي. تون اجايو سخت ٿي ٿي. هوءَ ٻ آهي طبيب جيان، هي ٻاهريون ڪئراڪ رکو علاج ڪي هٿي ٿو ڏئي. انهي ڪري پيالي جو اثر چڱو ٿيندو ۽ رفتار پوري هلندي.

(فائوسٽ کي ڏائڻ چڪري اندر ٿي آڻي)

(ڏائڻ ڪتاب مان ڪرڙي آچار سان ٿي پڙهي)

"سڀ مالهو سمجهن، هڪڙي مان ڏهه، ڪيو ٻ. ٽن جي ٽين. ڪٽ ڪوڙيءَ مان چار. پنجن مان، ڇهن سان، ڪيهوست، ڪيو اٺ، سڀ صفا. نئو ٻ هڪڙو، ڏهه ٻ هڪڙو. اهو آهي ڏائڻ جي هڪڙي جو هڪڙو.

فائوسٽ:- ڪراڙي لڳڻ، جوش ۾ اچي وئي آهي. ڇڻ تپ جي خشڪيءَ ۾ ٿي آلرڪي! منهنجو ته مهالو ٿو وڃي.

ميفسٽو:- بس بس! هاڻ بس. منهنجي جادوگرڻ تنهنجو مٿ ٿي ڪوڙ آهي. هاڻ ڏي پيالو، ڪر ٻنس لمتار، ڊپ نه ڪر، ڪو ٻ نقصان ڪونه ٿيندس. هو اسان سان

هڪڙو آهي، اعليٰ درجي جو آهي. هن کان اڳ ڪهڙو ئي
ڪي پيتو اٿس. دير نہ ڪر.

(ڊائڻ، گهڻيئي چند ڦند هلائي، پوءِ پيالو ٿي ڀري. جنهن
فائوسٽ تو پيالو چپن تي چاڙهي، تئن هڪ هلڪي باهہ جي
جهي ٿي مٿي چڙهي.)

جلد ٿي، جلد ٿي، دير نہ ڪر. هڪ دفعو اندر ويئي،
تہ دل کي گرم ڪري، خوش ڪنديءَ. هي ڇا؟ منهنجا
دوست تون بہ اسان جهڙو ٿي چٿبين، جيئي پيو تو ڏجين!

(ڊائڻ چڪرو ڏاهي ٿي ڇڏي. فائوسٽ باهر نڪهي
تو اچي)

ميفسٽو:- (فائوسٽ کي) هاڻ! هل باهر يڪدم! آرام
ڪرڻو ناهي.

(ڊائڻ: (فائوسٽ کي) بهتر ٿي پوندو. (پاسي کان)
اميد ٿي ڪريان تہ بهترين!

ميفسٽو:- (ڊائڻ کي) چؤ، آءٌ ڪهڙي تنهنجي خدمت
ڪريان. والپور* جي رات جو تون مون کي حڪم ڪج،
آءٌ جيئن چوندينءَ تيئن ڪندس.

ڊائڻ:- هان هي اٿيئي منتر پيو آچار. منجهس وڏو ڪن
رکيل آهي، وڏو فايدو ٿيندءِ.

---

*اها رات بهارين مي کان اڳ ايندي آهي. اها رات
جرمني جون ڊائڻيون ملهائينديون هيون.

ميفسٽو :- (فائوسٽ کي) جلد جلد جيئن چوين تيئن ڪر. هي پيالو هٿ ۾ هڻ ڪندو، پر هن جي پوئواري ڪرڻ ضرور آهي. هاڻ ٿوري ڪثرت ڪهي، پوءِ ساري سر پير جي رڳ رڳ ۾ ڪهڙي ويندو. پوءِ تہ آءٌ توکي عيش جي موج وٺائيندس. آهي موجون، جن تي نواب جون اسيسون آهن. جلد تنهنجي دل جي هندوري ۾ عشق اچي پاڻ جهولڻندو. هينئر ني لڇڙو لينا پاڻ لڳو آهي، ۽ ڪم تيار پيو ٿئي.

فائوسٽ:- هڪ ڀيرو وري آرسي ۾ نهاريان. اي خوبصورت، تون اهڙي خوب آهين، جو آءٌ پيو پائيان تہ تون انسان جي صورت ني ڪانہ آهين.

ميفسٽو:- اچ اچ، هي بي نظير حسن جو تون ڏسين ٿو، سو جلد عورت جي روپ ۾ ڏسندين. (پاسي کان) هي پيالو پيٽ سان کيهڻيءَ کيهڻيءَ ۾ حور.

# گهٽي

(فائوسٽ هڪ گهٽي ۾ مارگريٽ، کي ٿو ڏسي، وڏي ٿو وجهيس .)

فائوسٽ:- (مارگريٽ ڏانهن وڌي) سهڻي سائڻ منهنجي ٻانهن وٺنديءَ، مان گهر تائين ڪڏجي هلانءِ .

مارگريٽ:- آءُ سائڻ ڪانه آهيان، آءُ سهڻي ۽ ڪانه آهيان، سون کي گهر تائين، ڪنهن جي ۽ کهرج ڪانه آهي .
(ٻانهن ڇڏائي هلي ٿي وڃي)

. فائوسٽ:- يا الله . پريءَ جو پار آهي . هينئن اکين ڪڏهن اڳي ڪهڙو حسن ڪين ڏٺو . لڄا واري، لڄڻ واري ۽ حليم . چپ لعل روشن، گل ٻٽ جهڙو . جواني سون منجهان تڏهن وڃي ڪانه آهي! ٻنهنجا نيڻ سون ڏي ڪنيائين . دل جي اندر ۾ اچا ۽ پيا اهي نيڻ جهلڪن . منهنجو جيءَ سون کان کيسڪي ويو، منهنجي دلڙي لڄي وڃي .
(ميفسٽو ٿو اچي)

فائوسٽ:- ٻُڌ سائين ٻُڌ، وٺي ڏينم نينگر، جلد ۽ جلد.

ميفسٽو :- نينگر! ڪهڙي نينگر!

فائوسٽ:- هوءَ جا هڪ پل ٿيو ته هتان لنگهي.

ميفسٽو :- ڇا- هوءَ؟ هوءَ ته هينئر اچا ديول ۾ هئي. پاڻي وٽ ويٺي ڏوهه ٻاسيائين. آءٌ پاڻي جي ڪرسيءَ پٺيان وڃي ويٺس. ابوجهه نينگر ٻاسي ڇا! اهڙي نينگر ۾ اڪ وجهڻ مان پلائي ڪين ٿيندي. هن جي ٻوترتائي ڪري، شيطان ڪي ڪو ۽ مڪر هٿ نٿو اچي سگهي. هن ٻالڪ تي منهنجو وس نٿو هلي سگهي.

فائوسٽ:- ڇوڏهن ورهين کان ته ٻاهر آهي!

ميفسٽو :- ڇا، هن ان مٿي ڪا ٻليتائي؟ حيوان لفنگ جنهن جي مور ڪتائي اها آهي، جو پاڻي ٿو ته هرڪو حسن جو گل مون لاءِ آهي. سڀ سونهن جا هو ڏسي ٿو، سا پاڻي ته ٿي چڙيان. هن جي نظر ۾ سچ ۽ ايمان، فقط نالو آهن— منهنجا دوست چڏ هيءَ اجائي راند.

فائوسٽ:- مولوي صاحب واه جي هدايت! اميد آهي ته هاڻ اهو اوهان جو وعظ ختم ٿيو: هاڻ ٻڌ تند مزاج، منهنجو ارادو پڪو اٿيئي، چولنهه ٿو اڄ رات جو هوءَ منهنجي ٿيڻ کپي. جي نه ته منهنجي موڪلائي.

ميفسٽو:- ڌيرج ڪر. ڪجهه شعور ۽ هلاءِ- ڇوڏهن راتين جي آندر، آءٌ تنهنجي لاءِ ڪي وجهه تيار ڪري سگهندس!

فائوسٽ:- چوڏهن راتيون! ست ڪلاڪ جي آءُ ترسي سگهان، ته مون کي شيطان جي مدد جي ضرورت ڪانه آهي، پوءِ ته منهنجي انساني طاقت بس آهي. ههڙي ٻالڪ کي ٻاز آڻڻ ۾ ڪهڙي ڏکيائي آهي.

ميفسٽو:- تو کي رنج ڏسي مون کي ڏک ٿيو آهي. پر ايڏي اڻ تڻ؟ جو خزانو ديرءِ دقت کان پوءِ ٿو حاصل ٿئي تنهنجي خوشي اڪثر ٿي ٿئي. تون به سهڻيءَ سان ڪجهه هر سر، ڪجهه ريهڻس ريبينس، پوءِ نرم نيڻ تنهنجي وس.

فائوسٽ:- خوش نصيبا، منهنجي نفس کي تيز ڪرڻ لاءِ اهڙين ڳالهين جي ضرورت ڪانه آهي.

ميفسٽو:- دل ۾ نه ڪج، پر منهنجو چوڻ آهي، ته هيءَ زبردستي سان ڪين ورندو. ٿوري ئي وقت ۾، نينگر حرفت سان هٿ ڪري ٿي سگهجي. الڪل سان قلعو ڪٽڻ سولو آهي، پر چڙهائي اجائي آهي.

فائوسٽ:- چڱو ڀلا، تيسين مون کي ڪا سندس نشاني آڻي ڏي، ڪا ٻئي ڪا مُندي، يا ڪو سندس سرف جهڙيءَ سفيد ڇاتيءَ سان رومال. ڏيکار، مون کي هن جو آرام ڪمرو هلي ڏيکار!

ميفسٽو:- توکي ڏيکارڻو آهيم ته مون کي ڪهڙي نه توسان همدردي آهي، تنهنجو درد ڇنائڻ لاءِ آءُ ڪهڙو نه آتو

آهيان ۽ بنا ڪنهن دير جي، تنهنجي اها خواهش پوري ٿـو ڪريان ۽ اج ٿو توکي آتي وٺي هلان ۽

فائوسٽ:- ڇا آءٌ هن ڪي هنن اکين سان ڏسندس؟ هوءَ مون کي ملي سگهندي ؟

ميفسٽو:- ها هوءَ پاڙيسرياڻي جي گهر اچ وڃي آهي. آءٌ جڏهين ڏسندس ته هوءَ ويٺي تڏهين توکي سندس ڪمري ۾ ڇڏي ايندس، تون آتي اڪيلو ويٺو سندس ڪمرو مائج. جنهن هنڌ تي هوءَ سمهي ٿي تنهن هنڌ جي سڳند وٺو وٺج ۽ ايندڙ عيش جا پيو خواب لهج.

فائوسٽ:- هلون پيلا.

ميفسٽو:- هيترو سويل.

فائوسٽ:- جلدي ڪا سوکڙي تيار ڪري وٺ.

ميفسٽو:- ايتري ۾ سوکڙيون: چڻ ڪٿيني - هو مڙيئي مٿين تي موهت آهن. هائو، مون کي ڪٿين هيش محل مُجهن، جنتي اهي شيون خوب آهن، جتي قد يمر وقت ڪان خزانا پوريل آهن. اجهو آيو رهيس. ڪانڌ ڪا دل ڪنهٽي، سهٽيءَ کي موهن لاءِ ڪٿي آيس کي آيس.

# سانجهي

## (هڪ عمدو ننڍو ڪمرو)

مارگريٽ :- هو جو سڪٽر ڪنڌين، سو ڪير هو، سا خبر هٿ ڪرڻ لاءِ، ڪجهه هرج جيڪر خوشيءَ سان سهان . ڪهڙو نہ شاندار ۽ شاهانو هو . نوابي خاندان جو آهي، سو تہ سندس پيشاني تي نهارڻ سان پڙهي سگهجي ٿو . جي نوابي گهر جو نہ هجي ها تہ جهڪر وڏيڪ حياءَ سان نهاري ها .

(ٻاهر نڪري هلي وڃي)

(ميفسٽو ۽ فائوسٽ ٻئي اندر ٿا اچن)

ميفسٽو :- آءٌ هليو، آهستي پير ڪڻ ، پر آءٌ هليو .

فائوسٽ :- (ٿَل ڪان پوءِ) سون کي هٿ ڇڏي وڃ . سون کي هٿ ڇڏي وڃ . عرض مڃ .

ميفسٽو :- (ليٽا ٿو پائي) جاءِ واهہ جي صفا ۽ سٺي آهي . هر ڪنهن نينگر جي اهڙي صفا نہ ٿيندي آهي .

( ٻاهر نڪري ٿو وڃي )

فائوسٽ :- (چوڌاري نهاري) ڪهڙي نه سانت! نرم جوت هن مائيٽي ننڍڙي مندر ۾ ڪهڙو نه خوشي ۽ آرام ۾ آهي. سک جي مٺي آتما سڀ کي ڀري ويٺي آهي، سڀ تي آسيس آهيس. اي سک ۽ پريم جي آتما! تو کي ٿو ڀاڪ ارپيان! اي پريم، تنهنجو ڀيران، آس جي رسيليءَ ٻوند تي ٿو هلي، هن ڪان پوءِ تون ئي منهنجي جيوت آهين. هت چوگرد ماٺ، صفائي، ۽ راضپو آهي.

(فائوسٽ ڀاڪ کي بستري جي پير ۾ چمڙي جي آرام ڪرسيءَ ۾ ٿو ڦتو ڪري).

اي پياري ڪنيا، تنهنجي جاءِ ۾ سک جي آتما پيئي ڀراڻ ڪٽي، تنهنجي هٿ جو هنر هر شيءِ تي ٿو ڏسان، جنهن هن ننڍڙي مڪان کي سرڳ بنائي رکيو آهي. هتي جيڪر ڪلاڪن ڀنيان ڪلاڪ پيو سپنا لهان. پير ڪرتي هن جي ڪنواري ڇاتيءَ ۾ ڌن بدن، هتي ٻوتر تاڻي جو انگ وڌو آهي. هن بستري تي هوءَ سمهي ٿي؛ سندس نرم ڇاتي، حياتيءَ جي خوشي سان ڀرپور آهي.

۽ تون؟ هتي تو کي هيئنر ڪهڙي ڪاله آندو آهي؟ هن ديوانگيءَ جي حال ۾ تون ڇا آهين؟ غريب فائوسٽ! ڇا ڪنهن جادوءَ جي ڪڪر ته ڪون، تنهن جون اکيون ڇلي وڌيون آهن؟ تنهن جو عقل جهٽڪي ويو آهي؟ نه ته جيڪر هي باهه جهڙي تڙپنا ڇو وڻيئي؟ هي اوچتي پريت ڪيئن لڳيئي؟

ڇا اسين تڏهن واءِ جي هر ڪنهن ڦوڪ وهيٺا آهيون . هوءِ جي هن وقت هت لنگهي اندر اچي توکي ڏسي ته جيڪرڪهڻ نه ٻڌاڪي ڦيري گيدي ٿي پوي! ڪيئن نه سندس پيرن منجهه آئا ڪري پوان .

ميفسٽو ( اندر اچي ):- نڪري آئا، اڇها آئي ڪي آئي .

فائوسٽ :- آئا وڃان ٿو، وري ڪين ايندس .

ميفسٽو :- هي بي بها جواهرن جي دٻلي، ڪيئن مونکي ملي، تنهن پڇڻ جو ضرور ڪونه آهي، ڪي ڳالهيون ماٺ ۾ رهيون ڀليون آهن . جلد ٿي هيءَ دٻليءَ تون سندس خاني ۾ وجهه . جلد ٿي سندن من کي موهي ڇڏيندي، سندن عقل کي سهاري ڇڏيندي . هان تون ڏکو ڇڻ، ته هن سڀني جي پڇاڙي ڪهڙي؟ هي دٻلي ۽ هي خسيس شيون جي منجهس آهن، سي مون کي دوست وٽان جُڙيون . منهنجي دوست ٿي پانيو تڪو خوشيءَ جو پل هي ڪيس حاصل ڪري ڏينديون. هو شخص هن ڏنڏي جو ڇاٽو آهي. هن کي معلوم آهي ته زال ذات جي دل کي ڪيئن ڪنيجي . ڇا پيار، ڇا نينگر، ڇا عاشق، ساري دنيا ۾ راند سا ڳي ٿا رهن .

فائوسٽ:- مون کي ڄاڻ ڪين آهي، مون کي ڪرڻ گهرجي ؟

موفستو :- پڇين ٿو ؟ شايد تنهنجي دل آهي ته دهلي رکي ڇڏين ; جي ائين آهي، ته انهي کي هيڄ چئبو ، انهي سستيءَ عات ۾ تون شال راضي رهين . مان خوش آهيان ، ته هي عشق جو ڪاڄ پڻ سندو ڦوٽو سو بليئي ٿاٿي پيو . هاڻ پون سوليون وندرون کهڻيئي آهن ، منهنجي غريب مغز کي ته خبر ني ڪانه ٿي پوي ته توکي ڪهي ڇا . آءٌ ته هٽ پيو ڀهڻيان ، مٿو پيو کنهان .

( دهلي ٿو خاني ۾ رکي ۽ ڪنجي ٿو لڳائي )

آءٌ ، آءٌ . مطلب آهي ته هن جوانڙيءَ جي دل تنهنجي خواهش ۽ ارادي پٺاندر هلي . آءٌ هائي آءٌ .

( وڃن ٿا هليا )

( مارگريٽ ڏي اندر اچي، ٻتي هٽ ۾ اٿس )

مارگريٽ :- هتي ته گهٽ لڳي پيئي آهي . ٻاهر سون ڏيون ته سيءَ آهني . امي ڪڏهن ايندي ؟ منهنجي ٻت منجهان ڪهڙي لرزش ٿي لنگهي . آءٌ ٻانيا نئي ته ڪا مورک زال آهيان .

( جئن ڪپڙا ٿي لاهي، تئن عشق جا راڳ ٿي ڳائي . ڪنهن وقت ڪنجيءَ سان خانو ٿي کولي وجهڻ ڪاڻ کولي ته سهڻي دهلي ٿي ڏسي .)

هي عمدي دهلي هت ڪٿان آئي؟ مون ته خانو بند ڪري

ڇڏيو هو ـ آءٌ ذري گهٽ اهو قسم کڻي ويهان . ٻا هران تہ واه جي سندر آهي . اندر ڇا آهي ؟ امي تہ ڪين ڪجهہ ڪنهن کي آڌارو ڏيئي هنبدي وئي ڪٿي هن د ٻهليءَ ۾ وڏي آهي؟ ڪولي تہ ڏسان . دٻلي کي نيڙي سهڻي ڪنجي آهي. واه واه، جواهر ۽ موتي! ههڙا موتي ۽ ههڙا جواهر، تماڃ جي وقت کهڙو نہ جيڪر جهلڪن . سون کي جيڪر ڪٿن نہ سونهن .

( ٻائي تي ۽ ٻاٹ کي آرسيءَ ۾ ڏسي ٿي )

اڙي رکو ههڙا در ڪري سون کي هجن! هنن ڏرن سان تہ آءٌ ٿيري ٻيئي آهيان . شڪل ۽ روشن جي سونهن جو قدر بہ هنن کسان سواءِ ڪونہ آهي . جڏهن سونُ هجي تڏهن ڪو ٻنجي، ٻاقي غريب کي ڪير ٿو پڇي!

# گهمڻ جي جاءِ

( فائوسٽ ڪنهن خيال ۾ آهي ، اهي ۽ وڃي پيو .
ميفسٽو فلس ساڻس گڏ آهي. )

ميفسٽو :ــ عشق جنهن تي منهنجي ڌڪار آهي ۽ دوزخ جي باهه، تن جو مون کي سنهن آ هي، هن کان وڌيڪ ابتر ڪهڙي حالت ٿيندي .

فائوسٽ:ــ توسان ڪهڙي ويڌن آهي . ڪهڙو ڏنگ لڳو اٿيئي ؟

ميفسٽو :ــ آءٌ جيڪر پاڻکي پٽي ڪنهن جهنم ۾ وجهان، پر آءٌ خود جهنمي آهيان .

فائوسٽ:ــ چا، هن جو مطلب ڇا ؟

ميفسٽو:ــ ٻڌ . هيڙا سهڻا موتي ، جي مارگريٽ لاءِ آندم ، سي هڪ پادري جي ملڪيت ٿيا آهن . مارگريٽ جي

ماڻهو، آهي ڏسي ورتا شڪ ٻهس ته ڪو مڙيو ئي غلط آهي. ٻيڏيءَ انجيل ڪڍي ۽ ٻهي پڙهيو، من سندس ويو گهڙت گهڙيندو- هي ڇا ٿيو، هي ڇا ٿيو. ٻيڏيءَ جو نڪ ۽ ڏاڍو تيز آهي، تنهن ڪي دبليءَ سان ٻانس چڱي ڪين آئي. ڏيءُ کي چوڻ لڳي:- "ٻڌ ٻچڙي، هي آهوتر شيون آهيون ۽ اسان غريبن کي ڪي نهن. هي دل ڪنيڻيون، من کي موهي رکن ٿيون. تانجو صحت ۽ آرام ٻهرَ ڪيو وين. هاڻي ڏي، ڪلواريءَ ميوريءَ وٽ هلي ٿا ٻيٺا رکون. دنيا جون ٻاهي شيون اربڻ ڪرڻ سان، ايشوري پرساد ٿو ملي، جنهن تي آتما گذر ڪري ٿي سگهي." ويچاري مارگريٽ کي ته هيءَ ڳالهه سند ڪين آئي ته هئن سندس سوڪڙي هلي وئي. سا ماڻهو کي چوڻ لڳي:- "سوڪڙي ڀهشڪار ڇو ڪجي؟ يا جنهن ڏني تنهن ۾ شڪ ڇو آڻجي؟ جنهن ڏني آهي تنهنجي ضرور دل سخي هوندي، هو ضرور نيڪ ۽ نياڻ وان هوندو، جو اسين گهڻن آڻيون." تنهن تي ماڻهو هڪدم گهرايو ٻاڻي ڪي. ٻاڻو آيو ۽ چرچو خوب ماڻيائين. شڪل ۾ خوشي پرجي آيس، سو ويهي وعظ ڪرڻ لڳو:- "پياري عورت تون سچ ٿي چئين. هن نينگر لاءِ هي موتي رکڻ گناه جو ڪم آهي. جي جتن نا ڪن، تن تي سٿهر آهي، ۽ جو جيتي ٿو، سو قل ٻائي ٿو. ههڙا گناه جا سامان چرچ کي ڏيئي ڇڏڻ گهرجن. هاضمي جو ته هت سوال ئي ڪونه آهي. چرچ کي اڏڪر آهي ڳڙڪائي وڃڻ جو; چرچ کي ڪو به اوکرو ضرور ايندو. چرچ ني آهي، جا ملڪن ٻڏان سڪ، ... [illegible] ... سائون ۽ ... [illegible] ... ندما هپو ڪيو

وڃي، تنهنجو ڪو به خيال ڪيس ڪين ٿو رهي. فقط چرچ ۾ ئي آهي جا هن شڪي کي اڏي تي وڏي سکهي ٿي."

ائين چئي، ٻائي ته ڪٿي وڏا پنهنجي ڪيسي ۾ در ۽ ڪنگڻ، زنجير ۽ لاڪيٽ. موتي ۽ دٻلي ائين ڪٿي اندر لنکهايائين، جيئن ڪي اڪروٽ ڪٿي ڪيسي ۾ وجهجن. پوءِ وبهي وعظ ڪرڻ لڳن دنيا جي ٻي ٻقائي تي ۽ ڌيرج سان دک سهڻ جي خوبين تي. پڇاڙيءَ ۾ آسيس ڏيئي آئي هلڻ لڳو.

فائوسٽ:- ۽ مارگريٽ.

ميفسٽو:- هوءَ ٻي آرامي منجهه آهي. ڪي به نٿو اڃهيس. رات ڏينهن انهي خيال ۾ آهي ته شيءِ ويئي هلي، پر تنهن سان گڏ سندس ان شيءِ ڏيندڙ جو به پيو خيال ڪري.

فائوسٽ:- ويچاري ٻلڙي. هن جو دک منهنجي دل کي لڳيو وڃي. وڃ وڃي ٻيا جواهر موتي ڪٿي آڻ، دير نه ڪر، جلد آڻ. هي اڳي جيڪي آندا هئي سي جهڙا تهڙا هئا.

ميفسٽو:- (ڪاوڙ جو ڏيک ڪري):- ها، اس تنهنجو شيون هيون، جي راند ۾ اڇلائجي وڃون. منهنجي محنت به تچ، ڏني حي قيمت به تچ.

فائوسٽ:- چپ ڪر، ڇا تون مون تي ۽ منهنجي محبت تي ٺولي ڪندين؟ منهنجو ڪم ڪر، منهنجو حڪم مڃ. وڃ وڃي وڏو … ي سوء، وڃي مٿيون ملڻيون، نيون نيون شيون،

پيدا ڪر. اڙي ڇا ٿيو اٿئي، اهڙو ته موکو آهين جهڙو ٻَت. آٽ آٽ، وڃ وڃي ڪُنڍي ۾ موتي پيدا ڪر.

ميفسٽو:- منهنجا سائين، حاضر.

(فائوسٽ وڃي ٿو)

انسان، ڪيئن نه عشق وس ٿي، پانئي ته معشوق کي سڀ اُچلائي ڏيان - سڀ تارا، زمين، آسمان، ۽ چنڊ هن جي نظر ۾ اهي سڀ ناچيز آهن!

(وڃي ٿو)

# پاڙيسرياڻيءَ جو گهر

مارٿا:- (اڪيلي) اي پڳوان واهر ڪر، مهر ڪر، ۽ منهنجي ويچاري پيءُ مڙس کي معاف ڪج! مون سان ڪانءُ رهايائين، هن ريت بنا موڪلائي ويو هليو! مون کي رنڊ ڪ وجهي ويو. اجها اڪيلي ڪکن تي ويٺي گهران. منهنجو پيارو مڙس جنهن ۾ منهنجا پران هئا، بنا سبب جي ديس ڇڏي وڃي ٻاهر مئو (روئي ٿي) - هڪ مئو هوندو- پر تڏهن به جي سندس موت جو سرٽيفڪيٽ ملي ته خاصو.

(مارگريٽ ٿي آچي)

مارگريٽ:- مارٿا.

مارٿا:- منهنجي مارگري! مڙئي، ڇو، ڇا آهي؟

مارگريٽ:- منهنجا گوڏا ٿا وسامن. وري ٻي دٻلي ڏني اٿم، جهڙي اڳي خاني ۾ ڏني هيم. هن دفعي سندءِ ڳوڻ ۽ جواهر اڳي کان، ڀاڻ وڌيڪ سهڻا.

مارٿا:- ماڻهي کي جيئن خبر نہ پوي. جي هن خبر نہ سڏي ويندي پائي وٽ.

مارگريٽ:- ڏس نہ سهين، ڏس نہ سهين.

مارٿا:- سيا ڳي لينگر.

مارگريٽ:- هڪڙو نہ مٺيو ڏس ڪهڙو آهي! چرچ ۾ يا ٻئي هنڌ ڪٿي پائيو؟

مارٿا:- هتي اچي پائج، ڪو بہ ڏسندو ڪونہ. اجهو هن آرسيءَ وٽ ڪلاڪن پٺيان ڪلاڪ ويٺي هجج، پيئي مٺها پائي ڏسج، آءٌ بہ ڏسنديس. ٻئي خوشي مائينديون سهن. موقعي تي، جئن ناچ يا مجلس جو ڏينهن ٿيندو ويندو، تئن هڪڙو هڪڙو ڪري پيئي پائج. ڪڏهن ڪنٺي، ڪڏهن دُر پوءِ ڪا نہ ڪا ڳالهہ ٺاهي پيئي ٻڌائج.

مارگريٽ:- ٻہ دفعا جو هي دهليون آيون آهن، جنهن نہ ڪجهہ مڙيو ئي ڳالهہ ۾ آهي.

( ڪڙڪو ٿو ٿئي )

يڳوان! امي! مون کي نہ ڏسي وٺندي.

سيفسٽو:- (اندر گهڙي ٿو اچي) آءٌ بنا موڪلائي هليو آيو آهيان. معاف ڪجو.

(مارگريٽ اڳيان ادب سان هٽي ٿو)

آءٌ آيو آهيان، مارٿا مائي کي ڏسڻ. چيائون هيءَ جاهہ انس. برابر؟

مارٿا:- سائين آءٌ آهيان . حڪم؟

ميفسٽو:- چڱو، فرصت جي وقت ايندس . اوهان وٽ ڪو وڏو مهمان آهي . آءٌ ٽن ڪلاڪن ۾ وري ايندس .

مارٿ:- (مارگريٽ کي) ٻُڌيءِ، سڪَر سمجهو ته تون وڏي خاندان عورت آهين . مون کي ته ڪل ٿي اچي .

مارگريٽ:- آءٌ هن سڪر جي ڪهڙي شڪر گذار آهيان . هي مٺيا ٻه منهنجا ڪين آهن .

ميفسٽو:- مون ته رکو مٺين کي ڏمي ڪين چيو، توهان جي وڏائي شڪل ۾ ۽ هلت چلت ۾ آهي . منهنجو ته نصيب چڱو هو جو هت آيس .

مارٿا:- ڪٿن آيو، تنهن ٻڌڻ لاءِ ته آءٌ ماندي آهيان .

ميفسٽو:- چڱو ٿئي ها، جي ڪا خوش خبري ڪٺي اچان ها، پر مون کي ڏوهه نه ڏجو، جي منهنجي خبر دَردائڪ ثابت ٿئي . توهان جو مڙس چلي رهيو ۽ مون کي ٻرهر جو پيغام ڏنائين .

مارٿا:- مري ويو! منهنجو وفادار ساٿي مري ويو! منهنجو مڙس — مان چيو نه ٿي سگهان .

مارگريٽ:- منهنجي ساهيڙي، من کي مت ڏي، ايترو ڏک ڪرڻ نه جڳائي .

ميفسٽو:- ٻڌو ڏک جي ڳالهه .

مارگريٽ :- مون کي ته محبت جو خيال ڪندي ڀؤ ٿيو ٿي . مون لاءِ ته ڇهڙو ڇوڙو ڪ موت جو ڪارڻ ٿي پوي .

ميفسٽو :- غمي اچي ٿي خوشيءَ پٺيان - خوشي اچي ٿي غميءَ پٺيان .

مارٿا :- ٻڌايو ته ڪو آنت اچي .

ميفسٽو :- پدوئا جي شهر ۾ سينٽ انٿونيءَ جي ديول ۾ ڌرمي منسڪار ڪري هن کي پوري ڇڏيائون . ديول جي ڌرتيءَ هيٺ ٿڌي بستري تي هو گهريءَ ننڊ ۾ آهي .

مارٿا :- ٻيو ڪجهه وڌيڪ؟

ميفسٽو :- پڇاڙي جي وصيت ڪئي اٿس . توهان کي چيو آهيس ته مون لاءِ ٽي سؤ ارداسون* پارائجو ۽ هن جو پويون خيال ڌرم ۾ هو . اهو آهي سمورو سنيهو جو مون کي ڏنائين .

مارٿا :- ڇا هڪ سڪو به نه، نڪا ڪا نيشاني، جا ٻڪل دل تي ڪو ڌار وجهي .

ڪهڙو به پينڪيو مزدور به نشاني پنهنجي پيار جي جيڪر ضرور ڇڏي وڃي .

ميفسٽو :- مائي صاحبه، مون کي هن جي آنڌ تي افسوس آهي، جو ته توهان جي محبت جي قيمت ڪانه ڪمائين، پر اها توهان جي پل آهي جو پانيو نٿا ته نالو لٽي ڇڏيو هوائين .

---

*ماس = ڪرشاني پرارٿنا .

مرڻ مهل پنهنجي ڪيئي تي سوچ ڪيائين . ڇوڪريءَ جو ڪانڌ پڇتاءُ ڪيائين، ۽ پنهنجي نياڳ تي افسوس ڪاڏائين .

مارگريٽ :- ويچارا دکي مڙس! آءٌ ته هنن لاءِ روئان ٿي! آءٌ ته هن لاءِ ارداس ڪرائيندس .

ميفسٽو :- مٺو يار ! ڪهڙي نه نرم دل! مون کي وٺي ڇڏي نينگر . تون ته لاڏن ڪوڏن جي لائق آهين، تون ته پرنائڻ جهڙي آهين .

مارگريٽ :- پرڻجڻ وڏو وقت پيو .

ميفسٽو :- تو لاءِ ته سڱوين سڏون ڪندا؛ گهوٽ به وقت سر ايندو . اهو ڪم آءٌ ڪرائيندس . جي پورو پرو وهانو ٿي ته ٻئي وچوني، مٺي ريت پري ڇڏيندا سين .

مارگريٽ :- هن ديس جو اهو رواج ڪين آهي .

ميفسٽو :- رواج يا نه رواج، آهي ائين .

مارٿا :- هاں پوءِ ڳالهه ڪريو .

ميفسٽو :- آءٌ سندس پاسي ۾ هوس : ڪوڙهيا ڪک هئا، جن تي پيل هو، ۽ آتي ئي مئو . ڪرفتيءَ کان گهٽ غليظ نه هو . باقس ڪراهت جهڙي، هٿ نه لائي سگهجي . ڇوڪريءَ تائين ڪرستان هو . قرض ڇڏي ويو . وڃي ايشور سان ليکا لاڏائين . گني وارن جو به ڪجهه رهجي ويس . چيائين :- افسوس، مون پنهنجي زال سان چڱي هلت ڪانه ڪئي . معافي سليم ته سانت ۾ مران .

مارٿا:- ويچارو! مون تہ ڳڻو اڳي معاف ڪيو مانس .
ميفسٽو :- چوائين "پر ڏوهہ سندس هو ."

مارٿا:- چا! موت جي ڀرسان وٽ بہ هي ائين چيائين؟ ڪهڙو ڪوڙ؟ توکي چيائين تہ مان هري ٿيس؟

ميفسٽو :- ها ائين چيائين : پر سچ نڪري ٻاهر ٿيو آهي ۽ گمان ڪونہ رهيو آهي . ڪوڙ ڳالهايائين، سو تہ تنهنجي منهن ۾ نهارڻ سان پڌرو آهي! ويچاري ۾ اهو وعظ ڪندو ويو :- "پورهيا ڪيم، ٻهرين تہ سندس ٻار پاليم ; ۽ پورهيو نصيب هوم، مگر آرام رتي بہ نہ ."

مارٿا .- چا، ويچاري تائين ڪلائون؟ پريت، ايمان ۽ سچ، سڀ وسارجي ويا . رات ڏينهن جا محبت وندرسين، سا بہ سموري وسري ويئي .

ميفسٽو :- ائين نہ . وڏيءَ سِڪ سان توهان کي ياد ڪيائين . چيائين :- آهِ جڏهن ٿي جهاز ۾ مالٽا کان سوٽيس، تڏهن مون ٻچڙن کي آراڌيو . منهنجي دل ڀرجي آئي، مون کي زال ۽ ٻارن جي اچي يادگيري پيئي . انهي ڏينهن ڪرتار اسان جي وينتي اونائي . انهي ڏينهن اسان کي چڱو ڏاڍو هٿ لڳو . هڪ ترڪي جو جهاز، جنهن ۾ مال متو هو، جو سلطان لاءِ ٿي سامان کڻي ويو، سو ور چڙهي ويوسين . لڙائي بہ سخت هلي، پر اسان جي بهادريءَ هٽي هنڌ ڪيو ۽ ڦل ۾ اسان کي ڀلو مليو . جڏهن حصا وراهيا ويا، تڏهن مون کي پنهنجو حق جڙيو .

مارٽا:- ڇا؟ خزانو؟ ڪٿي پوريا ٿين ڇا؟

ميفسٽو:- اها خبر خاوند کي ته ڇٺن هوائن، خزاني کي ڪٿي اڏايو؟ پوريائين؟ نه، اهڙي ڪميڻائي منجهس ڪانه هئي، اها ڳالهه هن جي موت مان ثابت هئي، هن جي سخي دل هن کي اهڙو ڪم ڪرڻ ڪين ڏنو.

هڪ ڏينهن هن پنهنجي هڪ وڏي شهر ۾ ڏيرو پاتيون. ڪنهن وقت، هڪ رنگدار عورت هن جي اڪيلائيءَ تي سهر جي نظر وڌي ۽ هن کي هن جي هلڪائي جي پرواز پنهنجي ۾ ٻڌي، تنهن ويهي دل ٿاريس، پوءِ ته مٿس غالب پنهنجي ويئي. ناچ جي اهڙي سوچ وٺايائينس جو پاڻ نقد سودو پورو ٿي ويو. محبت جون نيشانيون ۾ پنهنجي عاشق کي اهڙي قسم جون ڏيئي ڇڏيائين، جو جيسين تنهنجي مسڪين سنت موڪلايو تيسين انهن جي سٽ سهٽي پيس.

مارٽا:- بدمعاش هن ريت تي پنهنجي زال ۽ ٻارن جي سار لڌي! اسين ٻکن جا چڪ پيا ڪائون، تن جو به خيال ڪين ڪياءِ ۽ اهڙي ڪم کان پاڻ کي باز ڪين رکياءِ.

ميفسٽو:- ضرور خيال رکڻ گهرجي هوس. پوڙهنا به تڏهين پوڳيائين. پر هاڻ انهي مان ته ڪين ورندو. آءٌ جي تنهنجي حالت ۾ هجان، ته آءٌ عذر جي وڳن ۾ ٻه چوڪي اک ڦيرائيندي رهان، ۽ ١٢ مهنا پورا ٿين تنهن کان اڳ ۾ وري وهانو ڪري ڇڏيان.

مارٿا :- هن ساري جهان ۾ مون کي پنهنجي مرد جهڙو پيو ڪهڙو مرد ملندو؟ هن جهڙو مهربان ۽ پيار وارو پيو ڪٿي؟ منهنجس عيب رڳو اهو هو، جو گهر ڇڏي پيو رلندو هو. مونکي سندس جڏهين ٿي ياد گيري پوي، تڏهين منهنجون اکيون ڳوڙهن منجهه ٿيون ترن. ڪهڙو نه لايق هو، ڪا به برائي هن ۾ ڪين هئي. رڳو پرديسي شراب ۽ زالن سان سا سنگت هيس ۽ پيو ياري سان دل هوندي هيس.

ميفسٽو :- هو به تو وانگر اهڙو سخي دل هجي ها، ته اوهان جا جهيڙا لهي وڃن ها. اهڙي جي تنهنجي طبيعت آهي، ۽ مون کي به جي ڪن ننڍڙين ڳالهين ۾ ڇوٽ واڳ ڏيڻ ۾ ارهي نه ٿين، ته جيڪر تنهن جي منڊيءَ سان پنهنجي منڊي بدلائڻ لاءِ منهنجو من هرڪي وڃي.

مارٿا:- توهين لايق پربما آهيو، پڪ آهي ته اوهين چرچو ٿا ڪريو.

ميفسٽو ( پاسي کان ) :- چڱو آهي ته ترڪي وڃان. هن ڪراڙي هچا جو مغز هي شادي جي رٽ پڏي، اڳميئي ٿري ويـو آهي. پاڻي ٿـي ته هڪدم هلئو پڏي ڇڏيانس. منهنجي لاءِ سلامتي انهي ۾ آهي ته پچي ڇڏان. بس بوس! هي ته شيطان کي به سندس بول تي پڪڙي رکن واري آهي.
( مارگريٽ کي )

تُنهنجي دلڙي چا ٿي چوي

مارگريٽ:- امير سائين، چا ٿا چون ؟

ميفسٽو:- ( چپ پاڻ سان ٿو ڳالهائي )- ويچارو مٺو ابوجهه بار! ( کلئي آواز ) مائي صاحبو، هاڻ الوداع.

مارگريٽ :- الوداع!

مارٿا :- سائين! سائين! باقي هڪڙي ڳالهه، ٻوءِ موڪلايو. مونکي شاهد کپي، جو ثابت ڪري ته هو مري ويو ۽ دفن ڪيو ويو؛ ڪئن، ڪڏهن ۽ ڪٿي، باقاعدي ثابتي کپي جا دفتر تي آڻڻ اوهين ضروري سمجهندا هوندا. چڱو ٿئي جي هن هفتي ئي اخبارن ۾ به خبر پئجي وڃي.

ميفسٽو :- "ٻن شاهدن جي مُک مان ڳالهه ثابت" خوش نصيبا هن وقت شهر ۾ هڪڙو شخص آهي، جو به انهي حقيقت بابت اظهار ڏيئي سگهندو. هو نهايت لايق ۽ وڏو ماڻهو آهي، هو ضروري شاهدي ڏيئي سگهندو. آءٌ سانجهي جو هتي وٺي ايندو سانس.

مارٿا:- دير نه ڪجو.

ميفسٽو :- هيءَ جوانڙي هتي هوندي؟ هيءَ ڪيس ڏاڍو وڻندي؛ نه نه آءٌ خوشامد ڪين ٿو ڪريان، واه جو جوان آهي، دنيا جو سٺو به خوب ڪيو آهيس. زالون هن تي موهت آهن، هو زالن تي موهت آهي ۽ چا هن ۾ فضيلت آهي!

مارگريٽ :- مون کي ته ڊپ ٿو لڳي، آءٌ ته مُنجهي پونديس. مان ته لڄ ۾ ئي مري ۽ پندس.

ميفسٽو :- هـهڙي لڄاري نينگر ته شهزادن جي لايق آهي.

مارٿا:- گهر جي پٺيان باغ ۾ اوهان کي ويٺيون نهارينديون سين، تهسين الوداع.

# ڳهڻي

( فائوسٽ ۽ ميفسٽو فلس )

فائوسٽ:- ڪيئن ٿو ڀانئين؟ سڀ موج آهي نه؟

ميفسٽو:- واه واه، منهنجا دوست، تنهنجي خوش دل جو خمار ڏسي، مون کي فرحت ٿيندي اچي. بس هاڻ هوءَ تنهنجي ٿي ڪي ٿي: اڄ سانجهيءَ جو مارٿا جي گهر گڏ ٿاسين. مون ٻه زالون گهڻيون ڏٺيون، پر هن جهڙي ڦڪڙ مون ڪانه ڏٺي. هيءَ ڏٺوتي مار گر ڀت ڪي ڊاڪٽر صاحب جي ڪم واسطي ٺاهي ٺيڪ ڪندي.

فائوسٽ:- اڇا ته رڳو انجام آهن.

ميفسٽو:- هر ڪجهه ته ٻڌاءِ پر اسان کي ٻه ڪرڻو آهي.

فائوسٽ:- اهو واجبي. چوندا آهن ڀلائي ڪر ته ڀلو ٿيئي.

ميفستو :- اسان کي اظهار هلي پوري نموني ۾ ڏيڻو آهي ته سندس مڙس جو جنازو ۽ ادب پڊونا جي شهر ۾ دفن ڪيو ويو آهي، پاڪ زمين ۾ آرامي آهي .

فائوسٽ:- اهو وري ڇا؟ هي ڪهڙو گورک ڌندو !

ميفستو:- اسان کي رڳو قسم کڻڻو آهي ؛ انهي ۾ ڪهڙي تڪليف آهي .

فائوسٽ:- اها تنهنجي رٿ آهي ؟ جي انهي کان ڪا بهتر رٿ ڪانه اٿيئي، ته پوءِ هي قصو ئي نه ٿيو .

ميفستو :- ڀلي پاڪ انسان ! هاڻ اِتي اچي اوهين بيٺا آهيو . ڊاڪٽر صاحب، اهو آهي اوهان جو ضمير ؟ هي اوهان جي حياتي ۾ ڏهين پهريون دفعو آهي جو اوهين ڪوڙي گواهي ٿا ڏيو ؟ توهان ، خدا ، دنيا ، انسان ۽ انسان جي غيبي سياو ، سندس دماغي ۽ اخلاقي طاقتن جي باري ۾ ڀي تقريرون ڏنيون آهن؛ اوهان آنهن جون ويهي حدون ٺهرايون آهن . آن مهل ته اوهان جي نرڙ تي ڪو به گهنج ڪونه هوندو آهي، نڪو دل ۾ ڪو ڌوهوندو اٿو ! جي سچيار هجو ، ته ضمير جيڪر ضرور چوي ها- چوي ٿو نه - تو کي انهن ڳالهين جو ايترو ئي ڄاڻ آهي، جيترو مارٿا جي مڙس جي مرڻ جو . وڏيڪ نه .

فائوسٽ:- شيطان ، تون آهين ، هئين ، ۽ هوندين ، هميشه ڪوڙو ۽ مڪر ڀلي .

ميفستو :- هائو ، تون برابر فيلسوف آهين، ٿورو اونهو

تہ وچ ۔ بہ ڏينهن کين گذرندا، تنهن کان اڳ، هن ويچاريءَ پار جو من موهڻ لاءِ، وڏا قسم کڻندين: پوءِ هي تنهنجو ڪر تہ ماٺ ۾ هوندو ۔ ڪيئن نہ پيو چوندينس، منهنجو جيءُ جان تنهنجي عشق ۾ آهي، منهنجو پيار تو تي سدائين لاءِ آهي ۔

فائوسٽ:۔ هائو اهو قسم سچو آهي ۔

ميفسٽو :۔ جيئن ڪو پيو ۔ ۽ پوءِ ايمان ۽ عشق جون ڳالهيون هلنديون، تہ تنهنجي سڪ امرت آهي، اجهل آهي، رکيو مندس لاءِ ئي آهي ۔ تون پائين ٿو تہ اها زبان، تنهنجي دل تي چٽي تہ سچي آهي؟

فائوسٽ:۔ ماٺ، ابليس! هائو ائين ۔ مون ۾ جو جزبو آهي ۔ پل ديوانگي ڪولينس ۔ تنهن جو نالو پيو ڳوليان، پر لفظ اچا ليپم ڪونہ ٿو ۔ تمثيلون ڳولي ٿڪو آهيان، سڀ اڻ پوريون آهن ۔ لفظن ۾ ڳالهيون ڪيون آهن زماني جون، پر هي پرندڙ جذبو بيحد آهي، امر آهي، لازمان آهي ۔" ڇا تون چوندين تہ هن قسم جي زبان شيطاني ڪوڙ آهي؟

ميفسٽو:۔ هائو، آءٌ صحيح آهيان ۔

فائوسٽ:۔ بڌ، هي ڳالهہ ڪنهن ڪٿي بڌ: آءٌ ڦڦڙن تي وڏيڪ پيڙ ڪونہ وجهندس، وڌيڪ دليل ڪين هلائيندس: پر جيئن مون چيو، هيءَ ڳالهہ ڪنهن ڪٿي بڌ، تہ انسان کهڙو بہ ڪٿي طرف يا مضمون ڪٿي، تہ بہ جي زبان اٿس، تہ پوءِ دليلن جي ڪيس ڪمي ڪانہ رهندي ۔ هيئنر آءٌ ڳالهائڻ کان ڪڪ آهيان ۔ ڇڪو پلا تون صحيحي آهين، آءٌ لاچار آهيان ۔

# باغ

(مارگريٽ، فائوسٽ جي ٻانهن تي آهي، مارٿا، ميفسٽوفلس سان آهي. ٻني جوڙا جدا جدا محبت ڀيا ونڊين، ڀيا چڪر ڏين.)

مارگريٽ:- اوهين ته منهنجي سادي سڀاءَ سان ٺٺا راند ڪريو، مون کي ته لڄ پئي اچي. مون کي خبر آهي ته منهنجي گفتار ۾ ڪابه چڪ ڪانه آهي، جو ڪنهن ماڻهو کي ڪو هڪ پل وندرائي سگهي، خاص ڪري ان کي جنهن هيڏي دنيا ڏٺي آهي.

فائوسٽ:- تنهنجي اک جي هڪ نهار، تنهنجي زبان سان هڪ اکر، تنهنجو هڪ هڪ اکر آهي دنيا جي سيني ڏاهن جي ڏاهپ کان وڌيڪ ٿو ڀانيان.
(سندس هٿ ٿو چمي)

مارگريٽ:- توهان کي اهو خيال آيو ڪئن؟ ڪئن

اوهين منهنجو هٿ ڇو سکيا؟ منهنجو کهرو هٿ، هر روز جي ٻو رهيي ۾ خراب ٿيل: منهنجي ماءُ جون عادتون تنگ، مون لاءِ ٻو رهيو بلڪ سخت.

(لنکهي ٿا وڃن)

مارٿا:- اوهين هميشه هئن ٻيا مسافري ڪريو؟

ميفسٽو:- افسوس! ڌنڌي ۽ فرض ادائي جي ڪري لاچار آهيان. ڪيترين جڳهين تي، وڇوڙي جا سور سهڻا پون ٿا.

مارٿا:- جوانيءَ جي مؤ ۾ هيءَ رول ۽ گهوم وٺندڙ ٿئي ٿي، ڇو ته منگتي مست ٿا ٿين، ۽ دل چنل ٿي رهي. پر جلد ئي پيدا ٿيو ۽ دک ٿا اچن: پڇاڙيءَ جا سال ڏاڍا ڏکيا ٿا لنگهن ۽ قبر ڏي بنا تسليا جي ٿو وڃڻو پوي، اَن مظلوم جيان، جو قيد سان نڪري قاسيءَ ڏي ٿو وڃي. هي ڳالهه بدن توڙي روح ٻنهي لاءِ چڱي نه آهي.

ميفسٽو:- ههڙي دل سڪائيندڙ آئينده جون ڳالهيون ٻڌي آءٌ ته ڏکي ٿو وڃان.

مارٿا:- سيائو ٿي — سو ٻلئي، ٻلو ڪري ڇڏ.

( لنکهي ٿا وڃن )

مارگريٽ:- هائو — نظر کان پري، دل کان پري. اوهان اهڙا علم وارا چاٿو ٿي، هڪ مون جهڙي غريب، گهٽ پڙهيل، اڻ سڌريل نينگر سان ڳالهايو، سا اوهان جي مهرباني ڇڻي.

فائوسٽ :- اعتبار ڪر، پياري ، پرم پياري، ته دنيا جنهن کي علم ٿي ڪوٺي ، سو اڪثري فقط ڏاڻ آهي ، هٺ جي چمڪ آهي ، جنهن ۾ دل جو جذبو ڪو به نه آهي .

مارگريٽ :- ڪيئن؟

فائوسٽ :- اڙي! دل جي سڪ، هنا ڏيک ۽ ويک واري، اها شيء املهه آهي . اها ايشور جي پوتر آسيس آهي . ۽ وري اهڙي گڻ هوندي به ڪو به هٺ نه ڏارڻ! آها حليمائي ۽ نرمائي، قدرت آنهن کي ٿي بخشي، جن تي سندس قرب آهي . جنهن پار تي سيڪان وڏيڪ پيار اٿس، تنهن تي سندس بخشش به اجهل آهي .

مارگريٽ : وڃڻ کان پوء ڪو پل پيا ڪڏهن ڪڏهن منهنجي ياد گيري ڪجو . اوهان کي ته ياد ڪرڻ جو مون کي گهڻو ئي وقت ملندو.

فائوسٽ :- تڏهن تنهنجو وقت گهڻو اڪيلو ٿو لنگهي؟

مارگريٽ :- هائو. گهر جا ڪم ۽ گهٽيون . ڪا نوڪرياڻي به ڪانه آهي . آءٌ رڌيان، پڙهيان، سبان، ڪپڙا ڌوئان ۽ سڪايان، ڊڪ ڊوڙ ڪريان . پرهه کان اڳ ۾ اٿان، ۽ رات جو دير سان سمهان . ۽ پيو وري منهنجيء ماءُ جي طبيعت اهڙي آهي - رکي پچ پچ . هٺ به بلڪل موس اٿس . ذري ذري ڳالهه جي ڳڻتي، ۽ خبرداري . ائين به ڪين آهي، ته اهڙا غريب آهيون جو پنهنجو جهڙو نه رهي سگهون .

منهنجو ڀيءُ ملڪيت ڪا لاڻي ڪان ڇڏي ويو. گهر آهي، باغ آهي جنهن مان چڱو اُپراسو آهي. ڀنيون ٻه وڃهون آهن. هاڻ مون لاءِ ٻه سانت آهي، چڱي ڀيئي گذري. منهنجو ڀاءُ لشڪر ۾، ٻاهر آهي. ننيڙي ڀيڻ مري ويئي. منهنجي ڀياري ڀيڻڙي. ڀورهيو سو هوندو هوس ۾ ڏهوٺو ڀورهيو جيڪر ڀياريءَ لاءِ قبول ڪريان.

فائوسٽ:- تو جهڙي ديوتا هئي!

مارگريٽ:- جائي ڪان مون نپايو مانس. مون ۾ موه هوس. ويچاري جائي سورن ۾. ٻڌس سندس جائي ڪان اڳ گذر ڪري ويو. امي بيماريءَ ۾ نبل ٿي ويئي. اسان ڀانيو ته ڪين بچندي. آهستي آهستي چڙهي، ۽ ڏاڍي ڏبري. سا ڪيئن ڀار نپائي؛ سو مون ويهي پاليو مانس؛ ڪير ڀائي تي رهايو سونس. مان ته هن کي پنهنجو سمجهڻ لڳيس. منهنجي ٻانهن تي، منهنجي ڇاتي تي ويئي رانديون ڪندي هئي، ۽ چنبڙندي هئي.

فائوسٽ:- اهڙي پوتر خوشي!

مارگريٽ:- دق ته ڏاڍو ٿيندي هيس. پينگهو هوندو هوس منهنجي بستري لڳ، اڌ رات تائين ويئي جاڳندي هيس، پوءِ آءٌ ويئي پرچائيندي هئي سانس. پنهنجي هنڌ ۾ ڪٺي سنڀاريندي هئي سانس، پر جي مات نه ڪندي هئي، ته ڪٺي گهمائيندي هئي سانس. لوليون ڏيندي هئي سانس ته مات

ڪري. ڏينهن ٿيو ته پورهيو شروع، صبوح کان اڳ باسڻ ملپان، مارڪيٽ ۾ وڃان، ماه پاريان؛ هڪڙي ڏينهن ٽڪ، ته ٻئي ڏينهن ڀ ساڳيو؛ وقتي ڪڪ ۽ مايوس ٿي پوندي هيس. پر انهي ۾ آءٌ غلط هيس، ڇو ته غريب جي ڪاڏي کي سندس پورهيو ٿو مزو ڏئي، ۽ سندس بستري کي آرامي پورهيو ٿو ڪري.

( لنگهي ٿا وڃن )

مارٿا:- وري به ڏک اسان زالن کي ٿي ٿو سهڻو پوي. اهڙي حليت مان ڇا ورندو؟

ميفسٽو:- ته به مون کي زال ذات جي هنر ۾ پورن ويساه آهي، مثلاً مون کي ته تون جئن چاهين تئن بنائي ٿي سگهين.

مارٿا:- ٻر مون کي ڪليو پڌايو. هن ڪان اڳي توهان کي ڪاب پياري ڪان ملي؟ اجا شادي جو ويچار ڪڏهن ڪونہ ڪيو اٿو؟

ميفسٽو:- واه شادي آبادي. پهاڪن ۾ ائين چيل آهي: زال چگي آهه هيرن ۽ جواهرن کان ڀلي.

مارٿا:- پر اهڙي خاص پياري ڪانہ سُجهيو، جنهن جو نالو ڪٿي ڳنهو.

ميفسٽو:- سڀ فضيلت پريون، سڀ هند ساڳيون.

مارٿا:- ڪنهن ڪي شادي لاء چيو به ڪونہ اٿو؟

ميفسٽو :- تون پاڻئين ڏي ته آءٌ وري زالن سان چرچا ڪندس .

مارٿا:- توهين وري به مون کي نٿا سمجهو .

ميفسٽو:- افسوس آهي، مان کهڙو نه موڳو آهيان . هر هڪ ڳالهه ته مون اڳيان صفا آهي ، تون مون تي بلڪل مهربان آهين .

( لنگهي وڃن ٿا )

فائوسٽ:- منهنجي ديوي، سو تو مون کي سڃاتو ؟ جنهن پل ۾ آءٌ باغ منجهه آيس، تنهن دم تو مونکي سڃاتو .

مارگريٽ:- ڏٺوَ ڪين ؟ مون اکيون ڪٽي هيٺ ڪيون.

فائوسٽ :- تون ديول مان ٻاهر نڪري گهر ڏي موٽئين، تنهن وقت مون جا توسان گستاخي ڪئي تنهنجي معافي- تنهن جي معافي ڏي ڏين نه ؟

مارگريٽ :- مون کي ڏاڍو عجب لڳو . آءٌ سُنجهي ويس ۽ ائين ڏکيس جيئن ڪو ڏوهي ڏکي. ٻاڻ کي چيم : ڪهڙو خيال هن جي مٿي ۾ اچي ڪيئن سگهيو ؟ هو توکي ڇا سمجهندو هوندو ؟ تنهنجي هلت ۾ ڪا وڏ هوندي، جنهن مان هن سڪر پاتيو ته هن ڇوڪريءَ سان چراند ڪري سگهبي؟ پر تڏهن به مون کي ضرور قبول ڪرڻو آهي ته مون تنهن مهل ڪين صحي ڪيو ته ڪئن نه منهنجي دل ٿي توکي گهريو ; نڪي مون کي اهو شڪ پيو ته منهنجو جو ٻاڻ تي غصو هو تنهن سبب جهڙو غصو ڪرڻ کپندو هوم ، تهڙو ڪين ڪري سگهيس .

فائوسٽ :- مٺي پياري !

مارگريٽ :- هڪ پل ترس.

( هڪ موتيو گل چڻي ٿي گل جا ٻن
هڪ ٻئي پٺيان پٽي. )

فائوسٽ :- هي موتيو ڇو ٿي چڻين ؟ گلن جو
غنچو ڪپيئي ؟

مارگريٽ :- نه، مونکي اچي خيال پيو.

فائوسٽ :- تنهن جو مطلب ؟

مارگريٽ :- مون تي ڪلندا.

( وري ٿي ٻن پٽيندي ۽ پڻ پڻ ڪندي )

فائوسٽ :- ڇا ٿي پڻ پڻ ڪرين ؟

مارگريٽ ( اڌ ڏاڍيان ):- مون کي ڀانئي ٿو —
مون کي نٿو ڀانئي.

فائوسٽ :- منهنجي ديوي!

مارگريٽ :- مون کي ڀانئي ٿو — نه — هو مونکي
ڀانئي ٿو — نه.

( ٻوپون ٻن خوشيءَ مان ٿي چئي )

هو مون کي ڀانئي ٿو.

فائوسٽ :- هائو منهنجا پيار، هن گل جي ٻوليءَ کي

تون ديو واٽي تي سمجهين ـــ "هو توکي ڀانئي ٿو". سمجهين ٿي ته آن جي سموري معنيٰ ڇا ته "هو توکي ڀانئي ٿو"؟
(ٻئي هٿ ٿو جهلس)

مارگريٽ:ـ آءٌ سڄي پيئي ڏڪان.

فائوسٽ:ـ ڏڪ نه! هي هٿ ۽ هيءَ نهار، توکي آها ڳالهڙي ٿا ٻڌائين، جا ٻڌائڻ جي زبان کي سگهه نه آهي. هن کان پوءِ اسان جي سموري هستي هڪ ٻئي ۾ خوشيءَ جي موج ۾ سمائجي وڃي: سدا بهار، سدا بهار.

(مارگريٽ هن جا هٿ پيڙي، ڀاڻ ڇڏائي ڀڄي ٿي وڃي. هڪ پل خيال ۾ بيهي سندس پٺيان ٿو وڃي.)

مارٿا:ـ رات به اچي ٿي آهي.

ميفسٽو:ـ هان وڃڻ کپيئون!

مارٿا:ـ مان ته جيڪر اوهان کي نينهن ڏيئي وڌيڪ رهائي ڇڏيان، پر پارو آهي گلا خور. هن ماڻهن کي ٻيو ڪم ئي ڪونه ٿو ڀانئجي، رڳو ٻيا در جاچين، ڪير آيو، ڪير ويو. ڇا به ڪريو، ضرور گلا ڪندا. پر هو اسان جو جوان جوڙو ـ توهان کين ڏٺو؟

ميفسٽو:ـ خوش دل ٿو پٽ آڏا مي ويا ـــ متيرو ٻري لنگهي ويا.

مارٿا:ـ ڀانئجي ٿو ته هو جهڙي ٻيو.

ميفسٽو:ـ ۽ ٻڻ هوءَ. اهو آهي دنيا جو ڏنڌو.

## منظر ٢

( مارگريٽ اندر ٿي ڊوڙي: در جي پٺيان بيهي؛ آڱر ٿي پنهنجي چپن تي رکي ۽ چيرَ مان ٿي نهاري.

مارگريٽ:- اچي ٿو.

فائوسٽ:- نخريلڻ! مون کي ٿي چيڙين؟ هاڻ پڪڙيو اٿمائن.

( چمِيس ٿو )

( مارگريٽ پاڪر ٿي پائيس ۽ چمي ٿي ڏيئس ) :—
پيارا، دلبر، ساري دل سان ٿي توکي پيار ڪريان.

( ميفسٽو فلس ٺو در کڙڪائي )

فائوسٽ:- ( پٽ تي پير هڻي ):- ڪير آهي؟

ميفسٽو:- دوست:

فائوسٽ:- حيوان.

ميفسٽو:- وقت چڙهي آيو آهي.

مارٿا ( اچي ٿي ):- دير ٿي ويئي آهي، سائين —

فائوسٽ:- ڪهر تائين ته هلڏي اچان؟

مارگريٽ:- منهنجي ماءُ ... الوداع.

فائوسٽ:- آءُ تڏهن هليو وڃان؟ الوداع.

مارٿا:- الوداع!

وري گڏباسين جلد.

( فائوسٽ ۽ ميفسٽو هليا ٿا وڃن )

مارگريٽ:- ههڙيءَ ماڻهوءَ کي ڪيتريون نه خبرون آهن؛ مون ته رڳو هئي چيو "هائو"؛ مان ته ذري ذري تي منجهي ٿي ويس. پر هن منهنجي هرڪا ڳهلا ٿي پئي ڏٺي. ڇا آهي، جنهن ڪري مون تي موهيو آهي.

# ٻيلو ۽ غفا

فائوسٽ (اڪيلو) :- هائو، اي پرم آتما، تو سڀ ڪجهہ مون کي ڏنو، جيڪي بہ مون گهريو. تو پنهنجو اگني روپ مون ڏي اجايو ڪين ورايو. پنهنجو تيجوان درسن ڪرايو اٿيئي. مون تي پريم جي نظر ڪئي اٿيئي. شاندار پرڪرتيءَ تي مون کي راڄ ڏنو اٿئي — ڀوڳ شڪتي ۽ ڀاو شڪتي! ائين بہ نہ آهي تہ ڏاريي وانگر ڪيڻ ڀل سُنهن ڏيکاري، اڇرج منجهہ ڇڏي وڃين. نہ نہ تو مون کي قدرت جي اونهيءَ ڇاتي ۾ ائين نهارڻ ڏنو، جيئن ڪنهن دوست جي ڳجهي دل ۾ اندر نهارجي. تو مون کي پنهنجا اننت جيو ڏيکاريا، سڀ منهنجا ڀائر، ڇا وڻن ۾، ڇا هوا ۾، ڇا درياه ۾. جڏهين ڪشادي ٻيلي ۾ طوفان گجي ٿو، رڙي ٿو ۽ صنوبر جي شاهي وڻن کي ڀاڙون ڀڃي ٿو؛ شاخون جدا ڪري، ديوانگي سان، جهلي، مٿي کڻي، زمين تي هڻي ٿو؛ جڏهين ٽڪري سان، کهڪهيون گجگوڙون، ڀراڏا موٽائين ٿيون؛ تڏهين، تون مون

ي ڪنهن هيناهين غفا ۾ آئيو گوشہ نشين ڪرائمن ٿو، ۽ آتي مونکي پنهنجا غيبي ڪجهہ ڏيکارين ٿو ۽ منهنجي دل جون اونهيون ڪرامتون ۽ اندر جو ڪجهہ پردو کولين ٿو. جڏهين منهنجي نيتر اڳيان، پوتر چندرما مٺي جي مٺان آتاهون پند ڪري ٿو، جبلن ڏان نرم جوت پکيڙي ٿو، تڏهين وڻن تي پيل هراجين سمن جا هلڪا چمڪندڙ پاڇا پنهنجي اڳيان پوندا ڏسان ٿو، جي منهنجي گنڀير و بچار جي ڪٺن خوشيءَ کي جهٽڪو ڪن ٿا. افسوس! بلڪ هينئر ۾ مون کي ائين ٿو ڀاسي، تہ ملش ـ انند بلڪل اڻ پورو آهي. آهو آنند جو مون کي ديوتائن جي ويجهو ۽ ويجهو ٿو آڻي، سو انند تنهنجي ذات آهي؛ پر انهي سان گڏ تو مون کي ڏيئي چڏيو آهي، بُرو ساٿي، جو سدائين سنگ آهي، جنهن کي آءٌ ڌڪاريان ٿو، پر ڪائنس اجو ٿي نٿو سگهان؛ جو سرد، ڏنگ هڻندڙ ۽ پاپي آهي. هو اهڙا ور ٿو ورائي، جو آءٌ پنهنجي اڳيان پيو شرمندو ٿيان، ۽ پوءِ هڪڙي ٺوڪ سان هي سڀ آتم ڏاتيون، ڪٺ پنگ ٿيو وڃن؛ اهڙي تہ جوش سان، تو منهنجي ڇاتيءَ ۾ ڪام جو مچ مچائي، جو آءٌ، هن سهڻيءَ ۽ پياريءَ شڪل لاءِ ماندو ٿيو وڃان، ڪامنا مان لنگهي آءٌ ڀوڳ ۾ ٿو اچان، پر تڏهين بہ ماندگي ڪين ٿي ڇڏي. بلڪ ڀوڳ ۾ بہ ڪامنا لاءِ ٿو آتو رهان.

( ميفسٽو فلس ٿو اندر اچي )

ميفسٽو :ـ وري وڃن غفائن جي جيوت کي لڳين؟ سدائين

لاءِ اهڙي حياتي ڪيئن گذاري سگهبي ؟ آءٌ آءٌ ، هل ته هلي
ڪا نئي شيءِ ڏسون .

فائوسٽ :- چڱو ٺئي ، ته جڏهين آءٌ ماٺ ۾ هجان ،
تڏهين تون وجي ڪو پيو ڪم ڪرين ، ۽ نه ته سون کي
پيو آزارين .

ميفسٽو :- چڱو ! چڱو ! جي گهرين ته آءٌ اني ئي
تنهنجي آنند ۾ توکي ڇڏي وڃان . وري ڪجهه نه چئج . تو
جهڙو ڪهرو ، سوٽل ۽ سودائي سنگتي ، سارو ڏينهن و ٽهائيم ٻه
پيو ، وري وڏي سائين جي منهن مان اها به خبر ڪانه پوي ته
ڪي به وٺيس ٿو يا نه وٺيس ٿو .

فائوسٽ :- اجهو اهو آهي هن جو نمونو . هميشه جو
اهو حال اٿس . مون کي ته تڪايو ماريو ڇڏي . وري ائين
به پيو پانئي ته آءٌ سندس ڏرائتو ٿيان .

ميفسٽو :- ڌرتيءَ جا ٻار! ڇا تون هيسين تائين ، مون
کان سواءِ پنهنجي حياتيءَ جو بوجو سهي سگهين ها . اهو آءٌ
هوس ، جنهن توکي اڇي سُستيءَ ۽ گمان کان بچايو ; مون
توکي وڏي خرداريءَ ۽ محنت سان بچايو . اڙي جي مان نه
هجان ها ته تون جيڪر هينئر به ٻين لوڪن ۾ پيو اجايو گذارين
ها ! ڇو تون هن غفا ۾ ڇپري وانگر مرڳو ٿي پيو گذارين ! ڇو
ڏيڏر جهان سيئرر ڪائي جيرت نڪمي وڃائين ؟ هي توکي مٺي

وندر ٿو پائين! واه هي رهڻ جو نمونو! مون کي ڏپ آهي ته
تو پنهنجو جهونو ڏندو ڪين وساريو آهي .

فائوسٽ:- تو کي جي سُڌ هجي , ته ههڙيءَ ايڪانت
۾ گذارڻ مان چا ٿو پراپت ٿئي، ۽ تون جي اها انيو ڪري
سگهين ( البت شيطان آهين , سو تون جيڪر پوءِ به ساڳيو ئي
رهين) ته پائين ٿو ته انهيءَ لاءِ اهڙي ڏڪار رکين يا ان کي
اهڙو زهر پائين! پوءِ ته جيڪر منهنجو آنند ڏسي مون کي
ڪين سهين .....

ميفسٽو :- واه آنند ! هائو, مها آنند ! ڪهڙي ڳالهه
ڪجي! رات جو پوسل ۾ ۽ ڏڪرين ۾ پيو رهڻ , سودائيءَ
منجهه زمين ۽ آسمان کي پاڪر وجهڻ, پاڻ کي ايڏو سڄاڻ جو
پاڻ کي ديو پائڻ , پوڪ تي زمين جي پيٽ ۾ گذارڻ , آتپيءَ
جي ڇهن ئي ڏينهن جو ڪم پنهنجي ڇاتيءَ ۾ ڏارڻ، ۽ پوءِ
چيتنا جي مڙ ۾ خبر نه آهي ڪهڙو آنند پوڳڻ , اننت پريم جو
ساگر جيءَ ۾ ائين سانڍڻ جو ڪنارا پڇي ساري وِس کي پاڻ
۾ سمائي، تان جو جڳت ۽ منش جي پرڪرتي سماڌي ۾ وسري
وڃن! ۽ پوءِ خبر نه آهي ڪٿن اهڙي مها آنند جي ورتي ٽٽڻ
بعد — ڪٿن تي ٿئي سا ڳالهه آءٌ ڪين ڪندس .

فائوسٽ:- حيف حيف اٿيئي .

ميفسٽو :- ها ئو! " حيف حيف " ڪرڻ تنهنجي سڀاءَ
تي ته ڪين ٿو پني. " حيف حيف "- هي فضيلت جو لفظ

تنهنجي وات ۾ تمام چڱو ٿو سؤنهي . ويچارا ڪَنَ آهن
بند، مي ٻُڌن چوڻا، ته ويچاريءَ دل کي کوڙي لوڙ آهي .
خير خير! جيڪي چَئيُيءَ تنهنجي ٻاري ۾ هڪ اکر ٻُڌ : سون
کي اهو ڏک کين آهي، ته. تون ڀا کو پيو منش ڪڏهن
ڪڏهن پاڻ لڳڻ جي موج نه ماڻيو ; افسوس آهي جو اها بقاءُ
گهٽو نه ٿي ڪري . تون اڳيئي پنهنجي رستي کان ٻاهر نڪري
آيو آهين . ۽ وري ٻه ذري گهٽ انهيءَ حالت ۾ آهين جنهن
۾ سون اڇي ڏلو ماڻن . هاڻ جي سنڀال نه ڪندين، ته جلدئي
ديوانگي ۾ داخل ٿيندين . يا ته سوداءَ جو تپ چڙهي ويندءَ
يا مايوسي جي هيبت ۾ وڪوڙجي ويندين . تنهنجي لاءِ ڀلو
آهي ته هيءُ نمونو ختم ڪر . آي ٻندا، تنهنجو معشوق!
هُتي اندر آهي — توکي جڳائي ته هلي آئت ڏينس! هوءَ
ويچاري دک ۾ آهي، غم جا ڪَڪر چڙهي ويا اٿس . تون
هن جي يادگيريءَ کان ڪڏهن ٻه ٻاهر ڪين آهين ; هن
ويچاري جو توتي پريم پورو آهي، تو ۾ ئي من اٿس، هميشه
تو ۾ . جئن جبل جي ڪسي ٻرف ڳرڻ مهل پرجي ڪنارن
کان ٻاهر نڪريو وڃي، تئن تنهنجي ڪام جي زوردار لهر،
هن جي دل ۾ اوچتي چوه ۾ اندر لنگهي وئي آهي . هاڻ
تو ۾ ته وَهڪ وري سُڪي وئي : آءُ ٻانيان ٿو چڱو ٿيندو،
ته هن جهنگل ۾ خيال جي تخت تي راڄ ڪرڻ کان، تون
وڃي هن جي دل کي ٺار، ۽ سندس پريم جو آجو رو ڏينس .
هن لاءِ وقت نهايت دک روپ ۽ لنبو ٿو لنگهي; هوءَ دريءَ

وٽ بيهو رهي، شهر جي جهوني ديوار مٿان لنگهندڙن ڪڪرن تي اڪيون وجهو پيئي پڪاري:- ”اڙي جي آءٌ به ڪو پکيئڙو هجان“ اهو پيئي سر آلاپي. سارو ڏينهن ۽ گهوري رات جو اڌ! پل مس ڪا خوشي ٿئيس، باقي اڪثر غمگين آهي، رويو رويو روئڻ رهت ٿيو وڃي، پوءِ پاڻئجي پيو ته آرام ۾ آهي، پر خوشي يا غم، ورتي ڪهڙي ٻه هجي، اهو سڀ آهي پيار - اونهو، نازڪ، گرم پيار.

فائوسٽ:- نانگ - حرفت باز نانگ!

ميفسٽو (پاسي ڪان):- هائو، ۽ آهو جو ڏنگ ٽو هڻي!

فائوسٽ:- اپراڌي نيچ، نڪر هتان! هن جو نالو نه وٺ، منهنجن اڳيئي اڌ هراسيل حواسن کي چيڙي ڪام سان نه ڀر.

ميفسٽو:- هي ڇا آهي؟- هوءِ پاڻئي ٿي ته هي ڪيس ڇڏي ويو - تنهن ۾ صحيح آهي

فائوسٽ:- بري ٿي بلا.

ميفسٽو:- تون پيو غش ۾ اچڻ ڪين - آءٌ پيو کيلان، مارا! توتي ڏاڍي اچي ڪِري پئي آهي! تنهنجي شڪل ۾ نهارڻ سان ائين پيو پاڻجي ته تون چڱ ڪو ڦاسي ڏي ٿو وڃين. پر ڏس ته سهين، مايوسي ڇڏ، ائين ته آهي ئي ڪين، تون ته پياريءَ معشوق ڏانهن ٿو هلين.

فائوسٽ:- هن جي پاڪر وقت، مرڪ جون خوشيون به ڪجهه ڪين هيون. ڇا هن جي ڇاتيءَ سان لڳي ڪري، منهنجي هيءَ بي آرامي ڇٽي ويندي، يا هن جي نابوديءَ جا جي مون کي پرون پيا پون، سو ڏک لهي ويندم! آءٌ چنبال ڪين آهيان؟ نرڳي، نيڳهرو، جنهن جو ڀٽڪڻ بند ٿيڻو ئي ڪين آهي؟ آءٌ ڀوت آهيان. مون لاءِ آرام نه آهي، نه ڪا منزل آهي، نه مراد آهي. آءٌ انهي نهرجيان آهيان، جا مينهن جي پاڻيءَ سان سڄي، ٽڪرن تان لهندي گجي ڪندي، نابودي جو پند ڪري، ڏوم منجهان، انڌي اڙواه جي ستان اچو ڪڙڪي؟ اهڙي ديراني نهر جي پر پر، هوءَ هڪ ٻالڪ هئي. ٻالڪ جا جذبا به ٻالڪ جهڙا هئا. جبل جي سائي ٽڪر تي هن جي نماڻي جهوپڙي هئي، جا ئي هن جي پيار جو، آس جو، اميد جو جهان هئي؛ ۽ آءٌ، ڏٺيءَ جو ڏڪاريل مون کي اهڙ ڪين خيال پيو. خوفناڪ نهر جنهن جبلن کي جهلي، ڪين ڏاري، مٿي جان پرزا پرزا ٿي ڪري ڇڏيو، ۽ جيڪي اڳيان ٿي آيو تنهن کي پاڻ سان کهليندو ئي ويس. اڙي هن کي، هن جو آرام، هن جي خوشي، سڀ ڪيٽو نهوڙي ڇڏيان؟ دوزخ! دوزخ! هيءَ به دوزخ جو ڀَڪ! تنهنجو پروسو شيطان! باقي وقت جهٽ پورو ڪر! جيڪي ٿيڻو آهي، سو جلد ئي ٿئي! هن جي نابوديءَ جو بوجو اچي مونتي ڪڙڪي. نابود نابود سڀ نابود، هوءَ آءٌ - ۽ هي سڀ ايڪانت جا خيال سڀ گڏ نابود.

ميفسٽو:- ڇا ! وري بہ تپ جي غش ۾! ڪين نہ متو ٿو تپي ۽ ڪڙهي! پوڪ ، وڄ اندر ۽ وڃي دل وٺينس .

جڏهين تڪليفون ٿيون سامهون پون، يا اوچتو مصيبتون ٿيون مٿان اچن، تڏهين موڙهل مٿيجو اهو حال آهي. سورڪ جڏهين رستو ڪونہ ڏسن، تڏهن هڪدم نا اميد ٿيو پون ، عقل خطا ٿيو وڃن، ۽ پوءِ وڃيو پوئين آخرت تي موڪيون اڪيون اڙائين . آءٌ ٿو چوان، فتح آهي مضبوط دل جي ، جا نصيب اڳيان ٿي ڏسي، پر پرواه ڪين ٿي ڪري . آءٌ شيطان برابر آهيان، پر دنيا ۾ جيڪي بہ ڪُجسيؤن شيون آهن، تن مڙني ۾ ڪُجسي آهي نا اميدي، شيطان آهي نا اميديءَ ۾ .

# مارگريٽ جي پنهنجي ڪوٺي

( اڪيلي چرخو ويٺي هلائي، ڳائي ويٺي ۽ پور ويٺي پچائي )

بيقراري، دل آزاري، دوست وئين هليو. دلبر جتي ناهي، مون لاءِ قبر آهي. جهان سڄو ڄڻ لڳي، اونده اندوڪار آهي. من بيمار، سورن ڪيو لاچار؛ دل پڳيءَ جا ڏاڳا ڏار. دوست ڪارڻ دريءَ سان اکيون ڪنيو نهاريان، ڳوڙها ڳلن تان هاريان. ڇڏي گهر اڪيلي، ڦران ٿي اهيلي، توکي نت ڳوليان ٿي. ڇا سهڻي جو شان آهه، ڇا روش ۽ رَوش؛ ڇا مشڪ چپن جي، ڇا اک جي حشمت. آواز سندس موهيو ڇڏي، هٿڙو سندس ٺاريو ڇڏي. محبوب جي چُمي! غائب ٿئي سڀ غمي! دل ٿي تو لئي تڙڦي، آءُ سهڻا مون قريب؛ ڀاڪر منجهه ڀري، ڇاتيءَ لڳ جهلي، اچ ته وهاريائن ٻاڻ وٽ، منڙا ڏيانءِ ميني. چُمين سندي چاش تان، دوست وڃان قربان، پيارا وڃان مري.

## مارٿا جو باغ

( مارگريٽ ۽ فائوسٽ )

مارگريٽ:- انجام ڏينم هينئر ئي.

فائوسٽ:- هڪ ڳاڻ منهنجي مڃي.

مارگريٽ هاڻ ٻڌائيم، ڌرم بابت تنهنجا ڪهڙا ويچار آهن. تون پيارو لائق مرد آهين. پر آءٌ ٻيئي پانيان ته ڌرم لاءِ قدرب تو ۾ گهٽ ڪين آهي.

فائوسٽ:- پياري ڇڏي ڏي اهي خيال. تون ڄاڻي ٿي، منهنجو پيار تو تي آهي. جن تي منهنجو پيار آهي، تن مٿان منهنجو سر قربان آهي. سندس چرچ يا ڌرم ۾ منهنجي دست اندازي ڇا جي.

مارگريٽ:- اهو ته ڇگو، پر ڪجهه صدق ٻه ته ڪپي.

فائوسٽ:- سچ ؟

مارگريٽ:- اڙي منهنجي جي هلي سگهي ! — تو کي پوتر سنسڪارن لاءِ مانُ ڪين آهي ؟

فائوسٽ:- مون کي مانُ آهي.

مارگريٽ:- پر ديول ۾ پرساد ته تون ڪين ٿو وٺين. ايشور کي مڃين ٿو ؟

فائوسٽ:- منهنجي پياري ڇڏ اهي خيال، ڪير آهي جو سچائي سان چئي سگهندو ”آءٌ ايشور ۾ مڃان ٿو“؟ پادرين کان پڇ، يا پنڊتن کان پڇ، ڏس ته سوال پڇندڙ تي ٺوڪ ٿا ڪن يا نه ؟

مارگريٽ:- تڏهن تون ڪين ٿو مڃين.

فائوسٽ:- غلط فهمي نه ڪر. ”منهنجي پرم پياري، هن کي پولي ڪير سگهي؟ ڪير چوي ”آءٌ مڃان ٿو هن ۾“. هن کي لکي ڪير سگهي؟ ڪير چوي ”آءٌ مڃان ٿو هن ۾“. اهڙو ڪير آهي، جو ڇاتي ڄهلي ڄاڻ جو دم هڻي سگهي؟ سرو وياڪ سرو آڌار. ڇو نه هو وهائي ڪين ٿو ؛ ڌاري ڪين ٿو توکي ؟ — مونکي ؟ — پاڻ کي ؟ آسمان جو گنبذ ڪين آهي اسان جي مٿان؟ ڌرتي مضبوط ڪين آهي اسان جي هيٺان؟ تارا انا نيند جي، سدا مٺي مُرڪ سان ڪين ڏين ٿا چوڪي مٿان؟ ڪين پهو آءٌ نهاريان تنهنجي نيڻن ۾؟

ائين ڪين آهي تہ هو سرور آهي — درشت ۽ ادرشت، سڀ ڪجهہ — تنهنجي ٻاهر ۽ تنهنجي اندر، اٽڪ جنهن جي شڪتي آهي، سو تنهنجي دل ۾ ۽ من ۾ ٿو وسي؟

سموري دل اُن سان ڀرپور رک ۽ جڏهن آنند - چت ۾ ڪم ٿي وڃين، تڏهن جٺن وٺي ٿي، تُنهن سڏينس، **آنند**! **چت**! **پريم**! **ايشور**! سون لاءِ هو ئي نام آهي — سڀ آنپو آهي. نام آهي ڇا؟ آواز ۽ اونده، جي **سندس** جوت کي جهڪو ڪيو ڇڏين.

مارگريٽ:- اهو تہ سڀ سٺو ۽ سچو ڇيئي. پاٿو ٻ ائين چوندو آهي، رڳو لفظ ٻيا هوندا آهن.

فائوسٽ:- جتي ڪٿي، هرڪو ٿو پنهنجي ٻولي ۾ اچاري. پوءِ تڏهن آءٌ ڇو نہ پنهنجيءَ ۾ اچار يان؟

مارگريٽ:- ائين چوڻ سان لڳي چڱو پيو. تہ بہ ڪا مڙيئي ڪمي آهي، تون ڪرستان ڪين آهين.

فائوسٽ:- چپ، ميٺي.

مارگريٽ:- تنهنجي سنگت ڏسي، مونکي ڏک ٿو ٿئي.

فائوسٽ:- ڇا ٿي چئين؟

مارگريٽ:- جو شخص تو سان گڏ هر هميشہ آهي، تنهن کي آءٌ دل سان ڌڪاريان ٿي. منهنجي ساري ڄمار ۾

منهنجيءَ دل کي ڪنهن ٻه ڳالهه، اهڙو ڪهاءُ ڪين رسايو آهي، جهڙو هن ماڻهوءَ جي ڪُڏي روپ.

فائوسٽ:- پياري متان ڪانئس ڊني آهين.

مارگريٽ:- هنڪي رڳو ڏسڻ سان، منهنجو رت ٿڌو ٿيو وڃي! اڪثر ڪري مٺن ڏانهن منهنجي دل نرم آهي. پر هن کي آءُ ڌڪاريان ٿي. مون کي تو لاءِ پريم آهي؛ پاڻيان ته تون مون سان سدائين هجين؛ پر هن کي ڏسڻ سان، مون ۾ هڪ ڳجهي لرزش پيدا ٿئي ٿي ۽ منهنجو ٻت ڏڪيو وڃي. مون کي شڪ ٿي نه آهي ته هو آهي پليت. جي هنتي ڪو اپراڌ ٿي پوليان ته ايشور شال ڪميا ڪريم.

فائوسٽ:- هو هڪ ملحد ماڻهو آهي، تون فڪر ڪو نه ڪر.

مارگريٽ:- آءُ جيڪر اهڙي سان ڪين گذاريان. در وٽ پير پائڻ سان ويٺو ٺٺول جيان نهاري؛ ۽ پڻ ڪروڌ ۾، هن جو منهن ڪارو ٿيو وڃي. تون ڏس، هو ڪنهن ٻه ڳالهه سان واسطو ڪين ٿو رکي. اهو هن جي پيشاني تي لکيل آهي: هن کي ڪنهن ٻه جيو لاءِ پريم نه آهي. ۽ جڏهين آءُ تنهنجي ڀاڪر ۾ بيحد خوشيءَ منجهه هجان: تنهنجي پريم ۾ پرتي توکان سواءِ سڀ وساريو ڇڏيان، تنهن وقت، پڻ، تنهن وقت، هو پڪ آيو رهيو. منهنجي دل سرد ٿيو وڃي، ٻڏيو وڃي.

فائوسٽ:- منهنجا فرشتا، تون ائين ڇوٿي سمجهين!

مارگريٽ:- منهنجي دل اهڙي قبض ٿيو وڃي، جو هن جي اچڻ سان آءٌ پيئي پانيان، ته منهنجو پيار تو لاءِ بس ٿي ويو. جتي هو آهي، اتي منهنجي بندگي بند آهي. هيءَ ڳالهه منهنجو اندر ڪائي ويئي آهي. هينري، تون به ضرور مون وانگر پائيندو هوندين.

فائوسٽ:- نه نه، هي سڀ اٽپوٽ آهي.

مارگريٽ:- هاڻ آءٌ وڃان ٿي.

فائوسٽ: افسوس! آءٌ اڃان تومان ملان ٿي ڪين، ته ڪونه ڪو پنگ اچو پوي! چاهيان ڪڏهن ڪو ڪلاڪ به ڪين جڙندم، جڏهن، ڇاتي ڇاتيءَ سان لڳائي، جيءُ جيءَ سان ملائي تو وٽ آرام سان گذاريندس!

مارگريٽ:- اڙي، جي رکو ڪٿي آءٌ اڪيلي ستهندي هجان، ته اج ٿي رات جو در جي تاري لاهي ڇڏيان! پر منهنجيءَ ماءُ جي ننڊ به اهڙي ڪا آهي جو جهٽ جاڳيو پوي. پاڻ ڪنهن مهل جاڳي، جي تو ڪيڏسي، ته پوءِ آءٌ ته پانيان ٿي ته ساڻي ٿي مري وڃان.

فائوسٽ:- پياري، ڪيڏي چڱا اهي خطرا: هان، هيءَ ائيني شيشي؛ رکو ٿي ڦڙا وٽيءَ ۾ ملائي ڪٿي پيار ياسينس ته گهاٽي ننڊ ۾ پنجي ويندي.

مارگريٽ:- تون جيئن چوندين، تهڙن آءٌ ضرور
ڪنديس. تو کي انڪار ڪيئن ڪري سگهان؟ نقصان ته
ڪونه رسندس؟

فائوسٽ:- بنهه نه نه، ته جيڪر آءٌ ههڙي صلاح ڏيان؟

مارگريٽ:- مٺا پيارا، تو کي نهاريان ٿي، ته ائين پيئي
پانيان، ته جيئن چئين تيئن ڪريان. منهنجو هيڪڙ بند ٿيو
وڃي. تو ۾ ڪا اهڙي ڇڪ آهي، جا مون کي وس ڪيو
ڇڏي؛ هر ڪنهن ڳالهه ۾ تنهنجو ارادو مون لاءِ رهبر آهي.
جڏهين هيترو ڏنم، تڏهين باقي تو کان ڇا جو انڪار ڪريان؟
( وڃي ٿي )

ميفسٽو ( اندر گهري ٿو اچي ) پولڙيا ويئي؟

فائوسٽ:- وري به جاسوسي؟

ميفسٽو:- هائو، صفا ٻڌم ته ڊاڪٽر صاحب کي نئين
مڪتب ۾ داخل آهي. شاگرد ٿي ٿو سکي، ۽ ڪيس سوال
ٿي هڪ نينگر وجهي؛ اميد اٿم ته سکيا ڀاءِ پيئي هوندو!
نينگريون چو پيئون ڏرم ڏرم ڪنديون آهن؟ ڪٿي ڇا جي
اٿن؟ يا ائين ٿيون ته جو مرد پراڻي ڏرم جو پوڄاري آهي ۽
جو ٻاني اڳيان ڪوڙا ڪوڙي ڪنڌ نوائيندڙ آهي؛ سو زال پٺيان
به ضرور هلڻ وارو آهي. پوءِ زال ڪاٿ حياتي سکي سولي ۽
سٺي لهي پيئي آهي. نينگريون ائين پيئون پائين ته ڏرم جو

اثر مڙس کي زال جي پلوءَ سان ٻڌيو ڇڏي؛ جي ٻاون جا چيلا، سي زالن جا ٻه چيلا .

فائوسٽ:- اڙي! ڪهڙو نه تون راڪاس ڇٽين، جو ڏسين نٿو، ته هن نهنگر جو سچو نينهن ڪيئن وچاري ڀڳتڻ کي ويچار ۾ وجهي ٿو ته متان سندس پياري کي ڪو جوکو رسي . هن جو پيار اهڙو آهي . هن لاءِ انهيءَ ڌرم منجهه ئي مکتي آهي . هوءَ سمجهي ٿي ته متان سندس پياري جي آتما کي ڪو ڇيهو رسي .

ميفسٽو:- هل ڙي مورک، ڪا مي . — پسون ۾ پڻ گياني — ڇوري چنبلي ڪٿن نه ٿي نڪ ڪان جهلي هلائيئي!

فائوسٽ:- راڪاس . گند ۽ باهه جا ٻچا .

ميفسٽو (نفرت سان). واهه ۽ وري ڏس ته مُنهن پرکڻ ۾ ڪهڙي نه ماهر آهي . ڪٿن نه ماڻهن جا منهن پڙهي ٿي جاڻي . ڇوري ٿي ته منهنجي منهن ۾ مڙڪ ۾ ٻچان ۽ نفرت آهي؛ منهنجي منهن تي ڪو برقعو چڙهيل آهي، جنهن جي اندر غضب ۽ گتل آهن، آءٌ ڪو سچ پچ شيطان آهيان .

ڇڳو، اڄ رات ...

فائوسٽ:- اڄ رات تنهنجي ڇا وڃي!

ميفسٽو:- منهنجي به وندر - ڏسنداسين .

# ڪوهه تي

( مارگريٽ ۽ ليزي سندس ساهيڙي ، ٻنهي جي مٿن تي دلا آهن )

ليزي:- هتنا جي هوءَ ڳالهه ٻڌي اٿيئي .

مارگريٽ:- نه اکر ٻه نه — ٻاهر ٿي ڪانه نڪتي آهيان.

ليزي:- ڪيٿيءَ اڄ ٻڌايو – سچ آهي تنهن ۾ ته رتي هڪ نه آهي. اهي آهن نتيجا نشن نشن جا. مان ته هميشه چوندي هيس ته اهو هٿ نيٺ مارائيندس .

مارگريٽ:- ڇا ٿي ڇو ين؟

لزي:- هون! توکان سواءِ ، ٻيو سڀ ڪو ٿو ڄاڻي... ڪائي هيڪ، ڪاڻائي ٻه .

مارگريٽ:- ويچاري!

لزي:- هان! ويچاري! چوي ڪونه ڪو مڪر ڪري پيئي، انهي سيندي سان گڏ بي هئي، هر ڪنهن محفل ۾، هر ڪنهن مجلس ۾ پاسن ۾ پيئي گجهون ڳالهيون ڪندي هيس. پانهن پانهن تي، جيڏانهن تيڏانهن لڳي پيئي هوندي هيس. وري سمجهندي به پاڻ ڪي اهڙ هئي. زلي پني، وهندا هوا ڪانن تي، پوءِ ڪاهه ڪيڪن تي ۽ لُٽ دارونءَ تي. ڪيڏو نه وري سونهن جو پانور! ۽ ڪميڻي وري ڪهڙي جو چو يس ته عمديون عمديون سوڪڙ يون به ضرور ڏينم. ماڻهو اڳيان ڪونه هجي، ته هلن منيون منيون لاتيون. آخر نينگر ڏيئي چڏيو، جيڪي به ڏيئي سگهي!

مارگريٽ:- ويچاري، ويچاري!

لزي:- سو تون ٿي مٿس رحم ڪائين؟

اسين چرخن وٽ، سو کهيون ويٺيون هونديون هيون سين؛ اسان جون ماٿر پاهر نڪرڻ يا مردن سان گهمڻ نه ڏينديون هيون، تڏهن هو ڏس ته يا در جي پاهر يا اونده منجهه پيا لڳندا هوا. هاڻ ته آيو آهيس پڇتاو جو سمو، ڪاٽ تي ويهي ڪاتڻ جو. مون ڪي ته هن جي سزا ج ندي ڪو ڏڪ ڪونه ٿو ٿئي.

مارگريٽ:- ويچاري غريب! پر هو سانس پرڻبو نه ضرور.

لزي:- هوا هو اهڙو پوڪ جو ٿو ٿئي ــــ شيطان پاڻ

ڪوڪٺي وجيس — چون ٿا تہ ھو تہ ويہ نڪري، جلد ئي نئين ڳولي لھندو.

مارگريٽ:- اھو انصاف نہ آھي.

لزي:- پر جي پاڻئي ٿي تہ پڪڙي ھٿ ڪنديس، تہ ڏسج تہ شاديءَ جو ھار بہ پاڙي جا ٻار گل ڪري، ٻٽي چني ڪٺن نہ ٿا پورو ڪنس. ڏس تہ اسين بہ ڪٺن ٿيون ڪيس آزاري ماريون ۽ سندس در تي ھلي ٿيون مٿس ٺٺوليون ڪريون، ۽ ڪيس واڌايون ڏيڻ وقت چوڏا پکيڙيون.

(وڃي ٿي)

مارگريٽ (گھر موٽي):- اڳي جڏھن ڪا نينگر اھڙي ھير تي پوندي ھئي، تڏھن آءٌ ڪيڏي نہ ٺوڪبازي ڪندي ھيس. ڪنھن پاپ ڪرم جو ٻڌندي ھيس، تہ زبان تي مسھڻ ۽ عتابن جا لفظ چڙھي ايندا ھئم. چوندي ھيس: ھھڙو ڪڪرم، ھھڙو ڪڪرم. پيئي ڪاري ڪي وڏيڪ ڪارو ڪندي ھيس؛ ھر قسم جا لفظ پٽيندي ھيس؛ تہ بہ دل پوري ڪانہ ٿيندي ھيم. پاڻ ڪي ڏاڍو چڱو ڀانئيندي ھيس، ۽ ڪنڌ اوچو ڪري ھلندي ھيس. ۽ ھاڻ، آءٌ جا ائين ڀانئيندي ھيس، سا آءٌ سا ڪي آھيان؟ پر منھنجو ڪھڙو وس! ڪنھن جو بہ وس ھلي سگھي ھا؟ سڀ ڪھڙو نہ چڱو ٿي لڳو، ڪھڙو نہ مٺو ٿي ڀاسيو!

# مندر

( پٺ ۾ ڪنواريءَ ميري جي مورت آهي. گل چڙهيا پيا اٿس. مارگريٽ نوان گل ٿي چاڙهي )

مارگريٽ:- ماتا مهربان، ڪر ڪا مون تي مهر، تون دردوند ديوي. تنهنجي پياري پٽ جو تو ڏٺو ڏک اجهل. پتا ڪان آهيس نت، تون، مڪي ٿي امر. نماڻيءَ جا ڦلڙا ديوي ڇيڙائج. تون ڄاڻي ڄاڻڻ هار. سخت درد آهي؛ مٿي ۽ هڏي کي چيريو تو ڇڏي. منهنجي غريب دلڙي، مون منجهه پري، اوچي لڳي، ماندي گهٽي، ڏکن ۾ ڏجهي ٿي، ڊپ ۾ ڏڪي ٿي. نه اوهي نه واهي، نه اجهو نه آسرو، بنان تو ديوي. دردوند ديوي، تون ڄاڻي ڄاڻڻ هار. ڪٿي وڃان، ڪيڏانهن وڃان؛ مصيبت بنا ٻيو ڪجهه نٿي ڏسان.

رويو روئان ٿي، آهون ڀريان ٿي، دلڙي پگهلي آئي ڇاتي ڇنل.

ڪنلرا جاري تي گوڙهن منهنجن ۾ ڀسيو پون ٿا. پيا سڀ ننڊن ۾، هڪ آءٌ ئي ڏکن ۾، رويو رئان ٿي. دردوند ديوي، سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿي؛ انت جي سمي ۾، بچائج مون کي: مهر ۽ ميا سان نهارج مون کي.

# رات

( مارگريٽ جي در اڳيان وٽلنٽائين، مارگريٽ جو ڀاءُ، جو لشڪر ۾ آهي، بيٺو آهي . )

وٽلنٽائين :- رڳو ٿورا ڏينهن ٿيا، ته سنگتي، محفل منجهه ملي ڳالهيون ڪندا هواسين، خوشيون ملهائيندا هواسين . موج منجهه هرڪو واري تي پنهنجيءَ پياريءَ جي ڳالهه ڪندو هو، پيالو چپن تي چاڙهي، ساراهه منجهه ڇلڪندو هو . جڏهن منهنجو وارو ايندو هو، ۽ مون کي چوندا هوا ته ٻڌاءِ ته تنهنجي دلڙي ڪٿي آهي، تڏهن آءٌ چوندو هوس : منهنجي دلڙي منهنجي گهر ۾ آهي . منهنجي ڀيڻ جهڙي ڪا ڪنيا! جهڙي سچي، تهڙي سندر . منهنجي انهن چوڻ تي سڀئي خوشيءَ ۾ واه واه ڪندا هوا : "برابر، برابر، جا آواز آئيندا هوا، شيشا ۽ پيالا ڇمڪاٽ ڪندا هوا : "برابر برابر ڳوٺ جو فخر آهي." پر اوچتوئي اوچتو، ساراهيندڙ سڀئي گونگا ٿي پيا . ۽ هاڻ !

اڙي آءٌ ڇا ڪريان. مٿي جا وار پٽي سڀ ٽڪرا ڪريان. نا اميديءَ ۾ ميڄالو پيچي ڇڏيان. دل منهنجي رتو رت آهي. جيڏانهن تيڏانهن آگرا لفظ ٻڌيو دل ۾ خنجر ٿيا لڳن. جيڪو بدمعاش لنگهي، سو اک ٽيڏي ڪري، پيو نهاري. نفرت جا طعنا منهنجو تحمل ڪيڏيو وڃن. لاچار آءٌ دک پيئو وڃان منهنجو حال آن قرضدار وانگر آهي، جنهن کي قرضي گاريون ڏني، پر ويچارو ڪٿل سور پيو وڃي! عتاب سچو آهي، پوءِ وڙهان ڪنهن؟ اڙي! آجهو هو بدمعاش؛ مان صحي ڪين آهيان؟ اِهو آهي. انهي کي ته آءٌ ڇڏڻ وارو ڪين آهيان.

( فائوسٽ ۽ ميفسٽو )

فائوسٽ:- ڏس هن دريءَ ستان ڏيئو آهي، سندس لاٽ سدائين مٿي آهي؛ ۽ پاسن کان، روشني جهڪي آهي؛ هر چوڌاري ڪاري رات آهي. مون سان به ساڳي حال آهي. منهنجي چوڌاري اونده سون کي وڪوڙي ويئي آهي.

ميفسٽو:- آءٌ آهيان، چور دک پلي وانگر، جو پٽن جي چوڌاري وارا ٿو ڏئي، پاڻ جي آيين ڏاڪڻين مٿي ۽ هيٺ ٿو لهي؛ اونده ۾ هيا ٿو هٽي؛ لڪ ڇپ ۾ پوڪ ٿو ماڻي. بس، بس؛ موج جو وقت آيو ڪي آيو. والپور رات آئي ڪي آئي. ڇا شان، ڇا چرچو، ڇا مزو. منهنجو لڱ لڱ ٿو هوش ۾ اچي، باقي هڪڙي رات، ۽ هڪڙو ڏينهن، پوءِ خبر پوندي ته حياتي جي قيمت ڪهڙي آهي.

فائوسٽ:- ڏسين ٿو نملي روشني؟ اهو آهي ڇا خزانو؟ اتي آهي ڇا؟ اونداهي ڌرتي مان ٽپ ڏيئي ٻاهر ايندو ڇا؟

ميفسٽو:- تحمل ڪر — ڏهلي ڇڻ پڌري ٿي — مون منجهس ليٺو ٻائي ڏٺو، وڏيون مهرون پيل هيون.

فائوسٽ:- ڇا! رکو ناٺو؟ انهي مان ڪهڙو فايدو؟ نڪا منڊي، نڪو در؟ پياريءَ لاءِ ڪوبه مٽيو نه؟

فسٽو:- ها ها; ڪي موتي به منجهس آهن.

فائوسٽ:- واه واه. هن وٽ بنا موڪڙيءَ جي وڃڻ، سهٽو نٿو لڳي.

ميفسٽو:- ڇا، تون ياٺئين ٿو ته اهڙي ڪا خوشي آهيئي ڪانه، جا ناٺي کان سواءِ ماڻي نٿي سگهجي؟ آءُ انهيءَ بر تو سان شامل راءِ نه آهيان; پر ڏس تارن سان پريل آسمان مٿ م اڇي ويو آهي. هينئر هڪ پل سانت ڪر ته آءُ ڏرمي راڳ جي ڪا اهڙي مٺي لانوڻي ڳايان، جا دل موهي ڇڏيس. (سرندو وڄائي ڳائي ٿو)

ڪنيا پياري، گهر ڇڏي تون مٿان ڪهاربن. يار جي در تي پير نه پائج، ستر پنهنجو ڪين وڃائج. سندريون ناريون اوهين وبچايو، مصلحت منهنجي مٿان موٽايو، دلڙيون پنهنجون خوب سنڀاليو، مٿان آخر م پڇتايو. جوانن کان اوهين پاسو ڪجو، ڇيو سندن قيام نه ونجو، پلي زبان جا قول ڪن،

کهڙا به وڏا قسم کڻن ; هيءَ سڀ اجائي ڳالهه آهي، جيسين آگر مان منڊي ناهي .

( وئلنٽائين ٿو اچي )

وئلنٽائين :- ڪٿي هتي آيا آهيو ؟ ڪونسا - پڪڙائو، ڇا مارڻ لاءِ آيا آهيو ؟ هي دل جهٽيون ڇاجون آنديون اٿو . هان وٺ بدمعاش .

ميفسٽو :- شاباس، لڙڪا شاباس . ويچارو سرندو ڇڏي رهيو .

وئلنٽائن :- هاڻ باقي هن جو مٿو ڦوريان .

ميفسٽو :- ڊاڪٽر صاحب وجهه اٿيئي . هٿ تنهنجو آ ته هلائيندس - همٿ ڪر - سوگهو پوينس - واه دلبر - پري وڃاءِ - ڪيڏ ترار، ڪوڙي وجهينس .

وئلنٽائين :- اچيئي ٿو .

ميفسٽو :- ياراٺي! هي ڇا ڪندو .

وئلنٽائين :- وٺ پلا .

ميفسٽو :- سا ڳيو سا ڳيو .

وئلنٽائين :- شيطان ٿو وار ڪريس . هٿ منهنجو اوچتو ٿڪجي پيو .

ميفسٽو :- هاڻ کهسينس .

ونلنٽائين:— ماري وڏائين، اڙي پڳوان .

( ڪري ٿو پوي )

ميفسٽو:— ويو پيڪ مري . آءُ هليو، نڪري هلون. پل به نه وڃاءِ . خون خون جي رڙورڙ اڳميئي لڳي ويئي آهي . جيتوڻيڪ پوليس وارن سان منهنجي سڃاڻ آهي، ته منهنجا منجهن سنگتي آهن، پر هي حادثو وڏو آهي، انهي ڪي ٽاهڻ سولو نه آهي .

مارٿا ( دريءَ وٽ ):— آهي ڪو، آهي!

مارگريٽ ( پنهنجي دري وٽ ):— ڪا بتي، ڪا بتي!

مارٿا:— اڙي اڙي ڪٿن ٿا وڙهن، ڪٿن ٿا لڙن!

ماٺهو ( گهٽي پر ):— هڪڙو ته مري ويو .

مارٿا:— پڪريو، خونين کي — پڃي ويا ڇا ؟

مارگريٽ ( ٻاهر نڪري ):— ڪير دَلو ؟

ماٺهو ( ماٺهي جو پٽ .

مارگريٽ:— اڙي پڳوان .

ونلنٽائين:— مران ٿو . سوبلئي خلاص . اڙي رڙو ڇوٽيون؟ رونو ڇوٽيون؟ پڌ ند يون ڪين ؟ آءُ مران ٿو، مارگريٽ ڪجھ ويچا ئيج، تون اڃا ننڍي آهين، هر ڪم چڱا نه اٿيئي ; ڪَن پر ٿو چوائن، تون اڃا ننڍي آهين ، هر

تون ڪيري آهين: مڪر چڙي، پڙري، ٿي. اهو بهتر اٿيئي، يا مي، يا هو.

مارگريٽ:- پڳوان منهنجا! ياءُ منهنجا، ڇا ٿو چوين؟

وٺلنٽائن:- پڳوان جو نالو تہ نہ ڳنه. افسوس! جو ٿيو، سو ٿي چڪو. هاڻ جيڪي ٿيڻو هوندو سو ٿيندو. هيءَ بچڙي راند صفا پيئي آهي. شروعات لڪ اٿس، پڇاڙي شرم اٿس. پهرين هڪڙو آيو، لڪ کهڻ ٿي. پيو آيو ٽيون آيو، تان جو اوائل جي لچاري، هاڻ پڙري پٽ آڏاري.

"شرمندگي جڏهن جمي ٿي، تڏهن روشنيءَ کان لڪي ٿي، اونده جو برقعو پائي ٿي: ڪا چُر ٿئي ٿي تہ ڏڪي ٿي: نيچپائي جا پوش پائي ٿي. جيسين پاپ سان هري ڪانہ آهي، تيسين اڻ ڏٺي ۽ اڻ ڄاتي ڪمي قري ٿي، اندر جي آواز کي، کهني ٿي. هر ڏهه رو وڏي ٿي، تہ اگهڙي پير ڪٽي ٿي. خواريءَ سان هٿ ۾ هٿ ڏيئي، پڙري پٽ شاهي سرڪ تي هلي ٿي. دن بدن روش وڃنس ٿا کهرا ٿيندا، پهرا ٿيندا: ماڻهو ڏسي هاڻ ٿهن ٿا، پوءِ ڏينهن ڏٺي جو هوءَ اکهاري رلي ٿي."

پٽ، آءٌ هينئر ئي آهو ڏينهن پيو ڏسان، جڏهن تو کان سڀ پچان ۽ نفرت سان ٿهي اٿين پاسو ڪندا، جئن پلهگ جي مُردي کان ٿهي پاسو ڪجي. آءٌ پڇتاو جا رهندا ڏسان ٿو. اڙي، پوءِ رستن جي رولو، نڌ ٽڪي نينگر، ڪئن تون سندس

سنمک ٻهي سگهندينءَ. ٻوءِ سونيون ڪنڌيون وري ڇنيون! ٻوءِ آهو سندر روپ ڪٿي، جو مڙهيءَ ۾ ۽ مجلس ۾ پيو ٻهڪندو هو.

وري ڪنهن مجلس ۾ ڪين ڏسندينءَ، وري تنهنجي ڳچيءَ ۾ سفيد جهالر ڪانه ڏسبي؛ پر ڪنهن غليظ ڪنڊ ۾ ڪچرين وٽ پيئي هوندينءَ؛ تڏهين معلوم ٿينديءَ، دل پرزا پرزا ٿيل نينگر، ته ايشور کي ديا آهي، پر منش کي ديا نه آهي.

مارٿا:- اي پرلوڪ ڏانهن ويندڙ پراڻي، تون ديا لاءِ پرارٿنا ڪر. ايشور جون پٽون پنهنجي سر تي وسائڻ کان خوف ڪر.

وڪلنٽائين:- راڪاسڻ، اها تنهنجي ڪوڙهي ڪل جيڪر ڦاڙيان! ڏوتي! گناه جي گندگي، ڪولي! ٻوءِ جيڪر منهنجو وويک نري، ۽ دل تان سڀ بوجا لهي وڃن.

مارگريٽ:- منهنجو پاءُ: اڙي کهڙو نه ظلم. پا ترا معافي، رونان ٿي.

وڪلنٽائين:- مون لاءِ روئڻ بند ڪر. تنهنجو هٿت ٿين مون لاءِ سڀ ڪان وڏو ڦٽ هو. آءٌ ٻنان ڪنهن پيءُ جي وچان ٿو، جيئن جڳائي بهادرن کي — ايشور ڏي ۽ جوڌي جي قبر ڏي.

(مَري ٿو)

# ديـول

( پرارٿنا چالو آهي، حمد پيو ٿئي، ڪيترائي ماڻهو آهن. مارگريٽ به منجهن آهي. مارگريٽ جي پٺيان پاپ آتما بيٺي آهي.)

**پاپ آتما:-** ڪيئن ڙي مارگريٽ، هيئنر تہ تصوني ڦري ويو. تون هن مندر جي اڳوجهہ ۽ ڀوتير ٻُتلي هوندي هئينءَ؛ گرنٿ مان وچن ولندي هئينءَ، تنهنجو ٻاراڻو من اڌ رانديڻ روندين ۾ مشغول هو تہ اڌ ايشور سان لڳل هو.

هاڻ ڇاتي پائين؟ ڪي پائين ٿي؟ تنهنجي من ۾ ڇا ٿو وسي؟ تنهنجي دل ۾ ڪيڏو نہ گناه جو بوجو آهي، پاپ جو بار آهي! ڪي ماءُ جي آتما لاءِ پرارٿنا ڪرين ٿي؟ تو ٻنهنجي ماءُ کي ننڊون ڏيئي ماريو. ڀُڏاءِ تنهنجي ٻنهي تي ڪنهن جو خون ٿيو؟

تنهنجي ڇاتي ۾ تہ وڏي سونجهہ آهي؛ رويو پيئي روئين؛ ٻيرون پيا ٻوني تہ آنءَ آئي کي آئي.

مارگريٽ:- توبه، توبه! اهڙي ڪهڙا نه ڪارا خيال ٿا منهنجي من مان هلن، سڀ ٿا مون کي ڏوهه جا ڏنڀ ڏين! اهڙي ڪٿي چئان، ڪٿي ڀڄان؟

( شبد جي ڌم ٿي مچي )

پاپ آتما:- قيامت اچي ٿي، توتارو وڄي ٿو، قبرون کُلن ٿيون، تنهنجو جيءُ موت جي ننڊ مان جاڳي ٿو، ڏڪي ٿو، باهه جي دوزخ لاءِ تياري ٿئي ٿي.

( شبد جي ڌم ٿي مچي )

مارگريٽ:- آهه! هت گهٽجان ٿي؛ هي ٿنڀا ٿا مونکي ڪيهن، ڪمانون ڪرن ٿيون؛ مون کي پوسائين ٿيون — هوا ... هوا!

پاپ آتما:- هاڻ ٿي لڪائين! توکي گناهه ۽ شرم کولي ڪيندا! هوا؟ روشني؟ آفت! سڀ جوت جا پُٽ ٿا توکان منهن موڙين، سڀ پوتر آتمائون ٿيون توکي ڇُهڻ کان ڪنبن. آفت!

# ڏائڻين جي رات

ميفسٽو فلس ۽ فائوسٽ هارٽز جبلن تان، ڇوهن ڪهوڙن
کي ٽپالون ڪٽائيندا وڃن ٿا. وات تي اونده انڌوڪار سان
لنگهن ٿا. شر ۽ طلسم ڏسن ٿا. سندن پنڌ آنهيءَ جبل جي
چوٽيءَ ڏي آهي، جتي سال بسال ڏائڻين جو ميلو رات جو لڳي
ٿو، جنهن کي والپور (والپرجا) جي رات ٿي چئجي. انهيءَ
ميلي تي قسمن قسمن جا جادوگر، ڏائڻيون، شهوتي، مليڇ،
طمع رکندڙ وغيره وغيره روح ڪَڏ ٿين ٿا. اهو ميلو دنيا جي
برائين ۽ چريائن جي هڪ مورت آهي. جبل جي بلڪل
سوڙهن پيچرن تان، ميفسٽو ۽ فائوسٽ کي لنگهڻو پوي ٿو،
جن جي هيٺان، اوڙاه آهن. ہر ڪنهن ڪي وجي تہ ڇڪنا چور!
جبش جبل جي چوٽي کي ويجهو ٿا پون، تهش مٿو چڪر ٿو
کائي. قسمن قسمن جي ڀوتن ۽ راڪاسن جون شڪليون ڏسڻ
۾ اچن ٿيون. انيڪ شر ۽ طلسم، راه جي روپن ۾ ڏسجن ٿا.
وات تي سخت طوفان ٿا لڳن، ۽ انڌين پيو ڀائنجي تہ هوا جا

شيطان، ڏائڻين جي ميلي ڏي مزمان ٿي ٿا وڃن . هوا جا جهوڪا سوڙهن پيچرن تي لڳن ٿا، جيئن نه ڪي هٿيارن جون تکيون چنهبون ٿيون منهن ۾ چڀن . آن وقت آهستي آهستي مسافر هلن ٿا، طوفان جي ذوم ۾ وڏي ڳجگوڙ ٿي پڌڻ ۾ اچي. اونده جا تهه گهاٽا ۽ وڏڪ گهاٽا پون ٿا. چپرا ۽ پيا رات جا پکي ڏپ ۽ هراس ۾ هوا ۾ ڦر ڦر ڪن ٿا. هوا شاهي درختن کي پاڙون پٽي ڦٽو ٿي ڪري. ڌرتي ڦاٽي ٿي، وڻ سٽي ڪجهي ٿا وڃن . درخت پيلي جا پاڻر هڪ ٻئي کي ڇهتي پاڻ بچائين ٿا، ٻر بيوس ٿي ڪرن ٿا، پرزا پرزا ٿي پون ٿا. سخت هوا جي گهوگهار، ماٿرين ۾ لڳي ٿي . انهيءَ گهوگهار ۾ جادو جو راڳ پڌڻ ۾ اچي ٿو؛ ڏائڻيون، جادوءَ جي گهوڙن تي آڏامنديون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ڏائڻيون گهوڙن تي ۽ ٻيءَ ٻائي ۾ چڪريون پائين ٿيون . آواز عجيب عجيب پڌڻ ۾ اچن ٿا. منزل اچي ويجهي پيئي آهي .

ميفسٽو :- هوا ڳوري آهي، ۽ گهٽي ٿي؛ ۽ مٿو ڦير يندڙ گهمسان، از حد آهي . دوزخ جو سمورو ڏنبلو حاضر آهي . سندن شڪليون اول جهڪيون، سو ڪير روپ آهن، پوءِ گهاٽيون ۽ اسٽول ٿيندبون ٿيون وڃن . تون ڪٿي آهين؟

فائوسٽ :- (پري کان) اجهو هتي آهيان .

ميفسٽو :- هينئر ٿي ايڏو دور . هن گوڙ ۾ تو کي جاءِ نٿي ملي . تڏهن اچ تو ڏيکاريان ته خاوند هتي آءٌ آهيان .

جاء ڪريو، هن منهنجي جوان دوست لاءِ جاء ڪريو. ميڙا ماڻهو جاءِ ڏيو. ڊاڪٽر هيڏانهن موڙن ڪي ڇهٽي پؤ ته هڪڙي ٽپ سان هن سموري گلا متان نڪري ٻاهر ٿيندا سون. هي بلڪل ٻچڙا آهن، ايڏو ته شورڪٽي مچايو اٿن، جو بلڪ منهنجن ڪنن لاءِ آزار آهي. نهار هوڏانهن روشنيءَ جي پنيٽ ڏي، ڇيپي صفا آهي. باقي هنن گندرف جي ڏياٽين ۽ جهنگلي ٻاهين ڪان علحدي آهي؛ هل ته هن گهمسان ڪان ٻاهر نڪري هلون.

فائوسٽ:- منڪري روح - هل وٺي هل. جبل جي چوٽيءَ جي ايڪانت ماڻڻ جو موں ڪي شوق آهي.

ميفسٽو:- ڏس ڏس روشنايون؛ ڏس ته ڪئن ٿيون ٻرن ۽ خوشي ڀڪيڙ ين. انهي هنڌ ته ڪا ٿورن جي موجي ٽولي وڃي ڪٺي ٿي آهي، جنهن ۾ ڪي ڇيڏا ڇيڏا روح آهن.

فائوسٽ:- آءٌ جيڪر گهران، ته مٿي هجان. ڏس! ڏس! ڪيئن ٿ.ريون پائيندڙ دونهن سان، ٿي لعل جوت نڪري، ڀهڪي ٿي ۽ شغل ڪري ٿي. ڪيئن نه لهرن متان لهرون آهن. وڃن ٿا گلر وڌ ندا، عدد وڃن ٿا گهاٽا ٿيندا، اڪيي ۽ اڪيي ڌوڪيندا وڃن ٿا. سڀ هڪ ٿي شيطان جا پوڄاري آهن، هن جي طلسم هيٺ آهن، جنهن طلسم جي چيڪ آجهل آهي. گهڻين ڪجهارتن جون پروليون، هتي صحي ڪري سگهيون آهن. اڄ رات اهي منجهيل ڌاڳا سمجهي سگهبا.

ميفسٽو :- اڄ رات ڀوون ڪيتريون ڀروليون رنڀيون، جن جو جواب ڪين ملندو. پر هاڻ اڄ ته دنيا جو گهمسان ڇڏي هن ايڪانت جي ڪُنڊ جو مزو وٺون. هميشه دستور آهي ته مزمان ننڍيءَ ننڍين ٽولين ۾ ڀڪڙجي وهندا آهن. ڏس، نوجوان ڏائڻيون، سڀ ننگن آهن، ۽ وڏريون سڀ لڄ ۾ پنهنجي سونهن ٽيون لڪائين. آءٌ آءٌ. چهرو خوش رک؛ من مزتي مهرباني ڪرين. هتي تڪليف ڪانه آهي، اڪثير فرحت آهي. راڳ ٿو ٻڌڻ ۾ اچي. ڀرين آڳرو ٿو لڳي، ٻوءِ ڀري وجهو ته بهتر لڳندو. اڄ اڄ، ضرور اڄ؛ آءٌ پنهنجي معزز دوست ڪي هلي هنن سان ملاقات ڪرائيندس. ڪيئن ٿو ڀائين، هي ڪمرو ڏکو ۽ عمدو ڪين آهي؟ ڀڄاڙي ته ڏسن ۾ ئي ڪانه ٿي اچي. ٻاهين جي قطار آهي. کهٽ ڀرکهٽ سؤ ته خوب ٽيون ٻرن! ڏس ڏس، ته کهڙي موج لڳي ويئي آهي. ڇرچو، ڪل ڪل، ناچ جي ڏر. دارونءَ جا دنگ نڪري ويا آهن، کانا تيار ٿيا ٿين، عشق جي بازار گرم آهي. ڇا دنيا ۾ هن کان مٿي ڪا ٻي موج ٿي سگهي ٿي؟

فائوسٽ :- تو کي ڇا سمجهون؟ شيطان يا جادوگر؟

ميفسٽو :- آءٌ اڪثري، ويس بدلائي مسافري ڪندو آهيان؛ پر وڏن ڏينهن تي، جڏهين وڏا ماڻهو پنهنجا ڏيٺا ۽ ٻلا ڏيکاريندا آهن، تڏهين مون کي ته ڪا اهڙي پڌرائي جي ڪهڙ ئي ڪانه هوندي آهي، جو ته لنگري پير جي هٽ وڏي

نـاموس آهي . اهڙي موقعي تي أٽ ويـس بدل كـري نٿو سگهان . ڏس، ڏسين ٿو هو شنبوڪ جهڙ پٽ تان ٿو ترڪندو اچي . ڏسڻ سنگهڻ ۽ ڇهڻ سڀ هڪ ئي ڳالهه آهي . هيڏانهن ٿو سرندو اچي . سونيون پاهر ڪڍيون اٿس . سپاويڪ ڪيس سڌ پنجو وجي ته أٽ هٿ آهيان؛ سو جنهن وقت هن ڪي اها سماءَ ٿي پئي، تنهن وقت گهاٽي ننڍ مان ٻه اوچتو اٿيو ڪڙو ٿئي ٿو . پوءِ ڇهندو، سنگهندو ۽ ڏسندو پيو چوڪرد سونجهيندو . اچ، اچ مون سان . ٻاهر مان لنگهي ٿا ٻاهر ڏي هلون . جنهن وٽ أٽ توڪي وٺي هلان، تنهن سان تون عاشق ٿي رهاڻ ڪج .

( اڳتي هلن ٿا ته هڪ ٽولي ٿا ڏسن . ٻاهر جا فقط ڪي وسايل ٽانڊا پيا آهن . ٽوليءَ ۾ آهن سپه سالار، وزير، پوءِ ڀاول ۽ گرنٽ ڪار )

ميفسٽو:- ڪيئن آهيو ڀريا مڙس، ڪيئن پيا هن ڪنڊ ۾ گهاريو ؟ چو هتي سنت ٿيا وينا آهيو . آئي ڏسو وائسو، چست رهو، رهاڻ ڪريو، ڏسو ته پريان هو جوانڙيون، ڪيئن نه ڪل ڪل لڳائي، پيئون خوشي ڪن . هٿ ته اچي جي موڳا رهيا، ته اچڻ مان سود ڪهڙو ؟

سپه سالار:- مالهن جي ساراهه تي ڪهڙو ڀروسو آهي؟ پل عمر ڪئي سندن لاءِ لڙايون ڪانجن . جهڙا مالهو تهڙيون نينگريون؛ بلڪل بي شڪر . جوانڙيون آهن ميٺيون، پڪيون آهن ڪٺيون .

اڳيون وزير:- هينئر باقي رهيو ڇا اڇي آهي؟ اڳيان وقت واه ڇا هوا. آن سمي ۾ بادشاه ۽ سندن درباري، اسان جي ميتا ۾ هوا. ۽ آنهن وقتن ۾ موندا ئي اسين آختيار وارا هواسين، جيڪي ڪريون سو ٺهي.

ٻوءِ ڀاول:- آءٌ ڪنهن وقت مايا جي پنيان هوس؛ سڀ شڪ ۽ وويڪ پورا ڪري ڇڏيم؛ سندس سونيون، سو ڪڙيون ڳولي لڌيم. پر افسوس! چڪر ڦري ويو.

ڪرنٽ ڪار:- ڪيئن نہ ماٺهن جا زانئفان ڦرندا وين ٿا! جي ڪرنٽ اڳي اسين مکيہ سمجهندا هواسين، سي هاڻ پڙهي ئي ڪونہ ٿو. ۽ وري نڪتہ چين جي ساماٺا آهن، سڀ پاس خاطري ڪندڙ، ہڪ ٻڪ ڪندڙ، سورک ۽ ڪُندا.

ميفسٽو (اوچتو هڪ پيرسن جهڙو روپ ٿو ڌريس):- پانيان ٿو تہ دنيا هاڻ پوڙهي ٿيندي ٿي وڃي؟ قيامت جو ڏينهن آيو ڪي آيو، هي پويون دفعو، ڏڪندو ڏڪندو نپل قدمن سان، ڏائٺين جي ٽڪريءَ تي چڙهي آيو آهيان. حياتيءَ جو آب، مون ۾ ڪم آهي؛ تنهن ڪري آءٌ پوڙهو، پيو پانيان تہ دنيا بہ هلڻ هاري آهي.

هوڪو ڏيندڙ ڏاڳڻ:- آهي ڪو خريدار؟ آهي ڪو خريدار؟

وڏو واپار! وڏو واپار!

هجي کو شوقين پرکڻ وارو، اچو اچو اچي ڏسو!

اڪثير مال، عجيب مال.

جانچي وٺو، اٺ لپ ۽ املهه. هڪ هڪ چيز زمين تي پنهنجو پنهنجو ڪم پورو ڪيو آهي.

وٽندو ڪير خنجر هي - هين پيتو آهي پاڻ جو رت. وٽندو ڪير پيالو هي - هين ۾ هني پڙي، جا جنهن پيتي سو پورو ٿيو. وٽندو ڪير ڪٽوري هيءَ - پائي جنهن ۾ زهر وجهي، مار يو ابوجهه چيلهيءَ کي، وٽندو ڪير زنجير هي، وٽندو ڪير موتي هي. ايءَ جوان، ٽڙن وٺ هي: انهن موتين سان، هڪ شاهوڪار هڪ استري جو ست بگاڙيو هو. ويچاريون استريون! ويچاريون استريون! جهڙيون مهربان، اهڙيون چڱيون، پر جهٽ پٽ ۾ جهڙي پون ٿيون. دليون جن جون آهن انڌيون، تن جي پچاريءَ جو ڪهڙو حال! عشق گهڻو ئي سنجهن آهي، پر عقل جو ذرو اصل نه آهي. نابود ٿي وڃن ٿيون. ويچاريون استريون! ويچاريون استريون! وٽندو ڪير هي ترار يون - بادشاهن جون عمديون سو ڪڙيون، بغاوت سان هي آهن پر يليون.

ميفسٽو:- اڙي پيدي، تون پُٺلي آهين. اڄ اهي پرائيون شيون ڪير ٿو وٺي. انهن کي هاڻي ڪير ٿو پڇي، اڄ هرڪو ٿو نيون پڇي. اڳيون زمانو سري ويو، هاڻي گهرجن ٿمون نيون شيون.

فائوسٽ:- مون کي ته خبر ئي نه ٿي پوي ته آءٌ ڪٿ آهيان؟ ڪٿي آهيان؟ ڪيڏو نه ميلو مچي ويو آهي!

ميفسٽو:- ميئي هڪ طرف وڃڻ ٿا ڏوڪيا، ٽولين پٺيان ٽوليون. اڄ هرڪو انهي سوڀ آهي، ته هو پنهنجو شاهه پاڻ آهي، ۽ سندس خيال ٿا حڪم هلائين. اما لنک ڪانه پوي ٿي ته ندي ڪشادي هڪڙي آهي، موڙهلن کي لوڙهي وڃي ٿي.

فائوسٽ :- هوءَ ڪير آهي؟

ميفسٽو :- پهرئين انسان جي پهرين زال.

فائوسٽ:- ڪير ؟

ميفسٽو :- **آدم** جي پهرين زال لليت. سنڀال، هن جي چمڪندڙ وارن ۽ ٻهڪندڙ وڳن کان سنڀال! ڪيترائي جوان هن پنيلايا آهن، ڳيرن کي ريجهائي، ڪنهي وڃي ٿي، پر آفت انهي تي، جنهن کي پاڪر وجهي ٿي.

فائوسٽ (پيءَ ٽولي ڏي نهاري):- هوءَ سانوري ڏائڻ کيڻ نه ويئي آهي؛ ساهه پيو منجهيس. اڌ مٿل - سائي ٿي پيئي ڪري ۽ هوءَ جوان ڏائڻ ته پيئي ڏ ڏي.

ميفسٽو:- چپ. هي مزو پورو ٿيڻ جو نه آهي. وڌ منهنجا دوست ۽ هلي عشق ڪماهه. ڏس، نينگر ته واهه جي اٿني. ناچ ٿا شروع ٿين، هل هلي شامل ٿيءُ.

( فائوسٽ ۽ ميفسٽو فلس ٿا نچن )

فائوسٽ ( ننڍي ڏائڻ سان ٿو نچي ):- هڪ ڀيري مون خواب لڌو، خواب ۾ مون وڻ ڏٺو. منجهس گلابي صوف هوا هڪ — ٻہ — ٽي؛ اچ هڻ آنهي مٺي خواب جي مستيءَ ۾، پيارو وڻ ٿو ڏسان ۽ وڻندڙ صوف ٿو پسان.

جوان نچڻي:- پيارا ننڍڙا صوف — بهشت ۾ سندن قيمت مون کان مٿي هئي. ڏسڻ ۾ ۽ چکڻ ۾ وڻندڙ. آءٌ اهڙن باغن مان ٿي موٽي آهيان.

ميفسٽو ( ٻڍي ڏائڻ سان ٿو نچي ):- مون خواب لڌو ڏاڍو بڇڙو. هڪ ڦراڙو سڙيل وڻ ڏٺم، تہ ٻہ قبول ٿو ڪريان تہ وڻيم ئي.

ٻڍي نچڻي:- نئڙي وڏي ادب سان، لنگڙي پير جي سردار کي آءٌ ٿي سلام ڪريان؛ چاڻ جو وڻ، ٿڙ ۽ ڀار ٻہ هن جا آهن؛ ۽ ميوو ٻہ سندس هوندو.

ميفسٽو ( فائوسٽ کي ):- ڇو، سوبليني پنهنجي مٺي وڻندڙ سهڻي نچڻي کي ڇڏي ڏنو اٿيئي؛ ڪهڙو نہ عمدو ٿي ڳايائين، ۽ ڪئن نہ ٿي نچيائين!

فائوسٽ:- ڳالهہ ڪندي ٻڌو ٿئم. جيڏي مهل ڳايائين، تيڏي مهل ڏٺم تہ وات منجهان ڳاڙهو ڪوئو ٽپ ڏيئي نڪري آيس.

ميفسٽو:- خسيس ڳالهہ تي ٿو چرڪ مارين! چڱو ٿيو

نہ ڪونو نڪي ڪارو هو، نڪي پيلو هو. هنن مون کي نڪن مان ڇا ورندو. رڳو ڪونو هو، ڪوني مان بنائي پريت ڇو ڪيو اٿيئي! انهي ڪري تون سهڻيءَ جي ڇمين کان پڇي آئين!

فائوسٽ:- ۽ تڏهن مون ڏٺو......

ميفسٽو:- ڇا ؟

فائوسٽ:- ميفسٽو هوڏانهن ڏس پريان، ٻاڇي وانگر هڪ سهڻي فينگر، ڦيڪي شڪل وٺندڙ ڇوڪري، ذري گهٽ ٻار — اڪيلي بيٺي آهي، مٺيون اکيون ڏک پريون ۽ نمائيون اٿس. اسان ڏي پيئي نهاري — ڇُري ٿي؛ جاءِ ڇڏي ٿي، هن جا پير ٻڌا پيا آهن. دک پرئي قدم سان ٿي گسڪي. آءٌ پنهنجي دل مان اهو خوفناڪ خيال ڪڍي نٿو سگهان تہ هن جو منهن تہ منهنجي مارگريٽ جو آهي.

ميفسٽو:- اهو خيال ڪڍي ڇڏ؛ هي سڀ تنهنجي گرم مٿي جو سوداءُ اٿيئي. جا شڪل تون ڏسين ٿو، سا فقط جادوءَ جي ٺٺولي آهي. انهي تي نهارڻ مان وڏو خطرو آهي. ڏس مٿس سنگ مرمر جهڙي سخت نگاهہ رت کي گهاٽو ڪيو ڇڏي ۽ رت پٿر ٿيو وڃي.

فائوسٽ:- اڙي، نہ. هوءَ آهي، آها هڪل، آها شبيح، آها ڇاتي جا ڪئين دفعا منهنجيءَ سان لڳي.

سيفستو:- مورک! طلسم اٿيني. هرڪو عاشق پنهن
جي معشوق جا روش انهي شڪل ۾ ڏسي سگهي ٿو.

فائوسٽ:- ڪيڏي نه محفل هت متي پيئي آهي.
افسوس! هيءَ شڪل ڏسي، مونکي ڪيڏو نه دک ٿو ٿئي.
ڏس هن جي ڳچي ۾ سنهي زنجير آهي، جنهن هن جي برف
جهڙي سفيد چمڙي تي ڳاڙهو چٽو ڪيو آهي. اهو چٽو ائين ٿو لڳي
ڪپ جي چهنب ڪان متي ڪين آهي. ڏسڻ ۾ هڪ عجيب
زيور پيو اچي.

ميفسٽو:- هائو تون صحيح آهين؛ چوته مان به پيو
ڏسان. پر عجب نه ڪانئج، جي هن ڪي پنهنجو متو هٿن
۾ کڻندو ڏسين. اهڙيون ڳالهيون غير رواجي ڪين آهن.
پر ڏس، پيا سڀ هتي خوش آهن. ڀوڳائون نه ڪاٽ، وقت
مائي وٺ. چوڌاري خوشي لڳي پيئي آهي، هڙو ميلو
ڪنهن به شهر ۾ ڪين ڏسندين. پريان نهار، ڪليو نالڪ
ٿو ڏسڻ ۾ اچي. ڏرتيءَ جا سڀ نٽ هتي هتڻ جا حقدار آهن.

◆

# مايوسيءَ جو ڏينهن (ميدان ۾)

فائوسٽ:- ڏک ۾ - نا اميديءَ ۾ - هيترو وقت، مصيبتن ۾ گرفتار ٿي پئي ڀٽڪي آهي! ويچاري حليم ٿيا کيءَ نينگر کي ڏوهي ٺهرائي ترنگ منجهه هنيو اٿن، جتي هوءَ انيڪ قسمن جا سور پئي سهي! ڇو هيڏو حال ٿيس؟ اڙي بي وفادار، ڪميڻا روح! هي قصو سمورو مون پئي لڪايو اٿئي! بس! هاڻي بس! پنهنجون شيطاني اکيون، مٿي ۾ شوخيءَ سان نه ڦيرائين؛ تون ته هاڻ مون کي ڏاڍو نٿو وڻين. ڇا، هن ويچاريءَ جو حال ٿيو آهي! هن لاءِ ڇٽڻ ناشدني آهي. پاپي آتمائن جي هٿن ۾ ڏني وئي آهي. انسان تي فتوا ڏني ٿو ۽ همدردي ڪين ٿو رکي. هي قصو پئي سمورو وقت هليو آهي، ۽ تو مون کي پئي لوليون ڏنيون آهن ۽ هندورن ۾ لوڏيو آهي، گندگي عيش ۾ پئي مون کي گمراهه ڪيو اٿئي؛ هن جو دن بدن وڌندڙ آزار پئي مون کان لڪايو اٿئي ۽ هن کي پئي موت جي منهن ڏنو اٿئي!

ميفسٽو :- هوءِ ڪا پهرين نہ آهي.

فائوسٽ :- ڪتا، نالائق، ڪمينا!

اڙي پرم آتما، تون ڪو من ناڻگ ڪي، وري ڪتي جي شڪل ڏي، جنهن روپ ۾ رات جي وقت هو منهنجيءَ پر ۾ ڦرا پائيندو هو ۽ بي خيالي لانگهائوءَ جي پيرن ۾ پيو اٽڪندو هو. ڪنهن ويچاري ٿابو ڪاڏو، تہ جهٽ ڪلهن تي چڙهي ويندو هوس. وري ڪتي جو روپ ڏيس تہ منهنجي اکيان واريءَ ۾ پيو ليٽري ۽ آءٌ لتن سان چيڀاٽيس. چنڊال! چي پهرين نہ آهي! آفت! آفت هڪڙو بڙائي صورت جي هاتارم پيو هجي، اننت دک سٺو هجيس تہ بہ بس ۽ ديا وان من جي اوت پين ڪي سوزش ڪان تہ هڏائي! اڙي هن جهڙو دک ڏسي، منهنجو ساهہ نپوڙجي ٿو اچي! ڪو هن هڪڙيءَ جو دک ڏٺو اٿم! پر تون هزارن جي حد ڏسي تي نهاره ڏند ڪڍي پيو کلين!

ميفسٽو :- هاڻ اچي سمجھہ جي پچاريءَ وٽ پهتا آهيون. اهڙيءَ مهل اوهان انسانن جي عقل جو ڏانگو ٽٽيو وڃي. هوءَ پلا اسان جي سنگت لاءِ چوڻا ان ڪيو ڏل ڪريو تہ آڏامون، هوءَ چي ڪنو ٿو ڦري! اسان توتي زوريءَ اچي پيا هواسين! ڪين تون اسان ڏي آيو هئين!

فائوسٽ :- هاڻ اهي پنهنجا رت پياڪ ڏند ٽڪ ڪرڻ بند ڪر- آءٌ! تو ڪي ڏڪارسان ٿو.

تون ہرم آتما! تو جنهن مون کي درسن ڏنو، تون جو منهنجي دل اندر جو چائو آهين، تو ڇو ڪٺي مون کي هن سان جڪڙيو آهي، جنهن جو ڪاڏو آهي خرابي، ۽ جو نابوديءَ تي تلو مڃي.

ميفسٽو :- هاڻي بس ڪيئي؟

فائوسٽ:- بچاء هن کي، نہ ڪا آفت پوندء! هزارن ورهين تائين، پٽ پوندي.

ميفسٽو :- آءٌ تهار جون چاڙهيل ڪريون نٿو ڇوري سگهان. آءٌ هن جا ڪلف نٿو لاهي سگهان. هنکي بچايان! ڪير هو جنهن هن کي نابوديءَ ۾ وڌو مون يا تو؟
( فائوسٽ شوخي ۾ ڇوڏاري ٿو )

چا، آسمان جي وڄلي ٿو ڳولين؟ حق تي، اوهانڪميڻ انسانن جي اها هٿ نہ آهي! نہ تہ اوهان جو حال اهڙو آهي، تہ جو ۾ اوهان جي آڏو اچي پوء ڪهڙو بہ اوجهہ هجي، تہ اوهين هميشه جيڪر پا نيو تہ ڪيس زبون ڪري ڇڏيون. ظالم ائين ئي ڪندا آهن.

فائوسٽ:- آتي ولي هل مون کي. هوء ضرور آزاد ٿيندي!

ميفسٽو:- اهو ڪي خيال ڪيو ائهني، تہ ڪيڏو خطرو ٿو پاڻ تي ڪٽين؟ خون جو ڏوہ اڃان توتي آهي. شهر ۾

جنهن جاه تي خون ٿيو آهي، آتي حساب ولندڙ روح ڀيا وجرن ڦرن، ته ڪٿي خوني موٽي اچي ته ٻدلو وٺونس .

فائوسٽ :- تون ٿو هيئن چوين؟ راڪاس دنيا جو خون ۽ موت تنهنجي سر تي آهين! آءٌ ٿو چوان تہ وٺي هل مون کي آتي، ۽ آزاد ڪر هن کي .

ميفسٽو :- حاضر، ۽ سڀ جيڪي مون ڪان ٿي سگهندو سو ڪندس . جا منهنجي وس آهي سو ٻڌ . تون ڀائين ٿو تہ مون کي آسمان ۾ ۽ ڌرتيءَ تي سڄوري طاقت آهي؟ آءٌ هليو جيل جي سنتريءَ جا حواس خطا ڪريان، تون هن جون ڪنجون هٿ ڪري، انساني هٿ سان هن کي ٻاهر ڪڍي اچ. تيستين آءٌ ٻيلو نهاريندس ۽ جادوءَ جا گهوڙا تيار آهن، آءٌ توکي وٺي ٿو هلان . ايترو آءٌ ڪري سگهندس.

فائوسٽ :- هلو .

# رات - (ڪليل ميدان)

(فائوسٽ ۽ ميفسٽو فلس ڪارن گهوڙن تي چڙهيا منجهان پيا هلن .)

فائوسٽ :- قاصيءَ جي پڙ ۾ هو ڇا پيا ڪن؛ پاڻنجي پيو ت ڪجهه آئن پيا .

ميفسٽو :- نہ - شايد ڪو ديڳڙو چاڙهيو ائن . گندو شرو ۽ پئون ڪاڙهين؛ ڪو ڦنڊ چنڊ پئون آچارين .

فائوسٽ :- پورب پسچم پئون ڦيرن؛ ڪڏهن ڪوڏا ٿيون ڪوڙين؛ ڪڏهن ڏنڊوت ٿيون ڪن .

ميفسٽو :- ڏائڻيون ٿيون پنهنجي گوروءَ جي پوڄا ڪن .

فائوسٽ :- زمين تي پئون ڪُڇ پکيڙين ؛ هاٿي پاٿي ٿيون ڏين؛ ڪجهه هوا ۾ ٿيون چڪارين .

ميفسٽو :- اڪتي! اڪتي! تکو ! وڌيڪ تکو !

٦

# جيل

(فائوسٽ جي هٿ ۾ ڪنجن جو جهڳٽو آهي ۽ ٻتي ٻه اٿس. جيل جي هڪ انڌاريءَ جي لوهائين در اڳيان.)

فائوسٽ:- ههڙو آءٌ ڪڏهن ڪو ورلو ڏڪيس. مصيبت مٿان مصيبت. ايڏو ته بوجو مٿان پيو اٿم، جو جهڪي پيو آهيان. هن پوسل ۾ هوءَ پيئي آهي، هاڻ ڦاسيءَ جي سزا جڙي آهيس، ڇو ته ديواني ٿي پيئي آهي؛ دماغ ڦري ويو هوس، تنهن ڪري مرڻو اٿس، ۽ تون هن وٽ ويندي پيو ڏڪين! وري هن جي شڪل ڏسڻ کان پيو ڊڄين! جلد ڪر، ضعيف دل وارا! تنهنجي هيءَ هڪ هن جي موت ۾ دير ڪانه وجهائيندي.

(ڪلف تي هٿ ٿو جهلي! اندران ڳائڻ ٿو ٻڌجي.)

اندران:- آمي! منهنجي آمي!

ماءُ منهنجي ٻڇڙي، مون کي ماري وڌائين.

پيءُ منهنجو شوڊو، مون کي کائي ڇڏيائين.

هڏو هڏو منهنجو، پنڙيءَ رکيو،

"ٻڏام ٻکي آڏام ٻکي" سهڻي هڪيءَ کي مون ڇيو.

فائوسٽ (در تي کولي) :- ڪنهن خبر نه آهي، ته سندس پيارو، زنجيرن جي کڙ کڙ ۽ ڪکن جي چر پر ٻڌي ويٺو.

(اندر ٿو گهري .)

مارگريٽ (پنهنجي هٿن جي ڪکن ۾ منهن لڪائي)

مصيبت! مصيبت! اچن ٿا! اچن ٿا! موت!

فائوسٽ (جهڪي آواز ۾) :- ماٺ! ماٺ! آءٌ آهيان. توکي بچائڻ آيو آهيان.

مارگريٽ (سندس پير تي ڪري) :- تون انسان آهين؟ مون تي رحم ڪر.

فائوسٽ :- ماٺ! ماٺ! هي تنهنجون رڙيون ۽ ڪوڪون، سنترين کي جاڳائي ڇڏينديون.

(زنجيرن کي وڃي ٿو کولي.)

مارگريٽ (هن اڳيان گوڏن ڀر ڪري) :- جهنگلي، ههڙي ڪٺور طاقت توکي ڪنهن ڏني؟ اڃا اڌ رات مس آهي، رحم ڪر؟

(اٿي ٿي بيهي .)

مان اڃا تمام ننڍي آهيان، بلڪل ننڍي آهيان! ايڏي ٿي مري وڃان؟ اها منهنجي سونهن هئي، اها منهنجي سونهن هئي، جنهن مون کي چٽ ڪيو.

اڙي، منهنجو پيارو جي هجي ها — پر هو ويو هليو، هار منهنجو ڇڄي پيو، گل سڀ ڪري پيا، اڙي مون ساڻ

سان اهڙو ڪهرو نه پؤ. اڙي چڏ مون کي. مون توکي ڪونه ڇهو رسايو؛ سان روئان ٿي، توکي هٿ ٿي ٻڌان، مون کي ڇڏ. مون تنهنجي شڪل اڳي ڪڏهن نه ڏٺي.

فائوسٽ:- ههڙو ڏک سهان، ههڙو ڏک سهان.

مارگريٽ:- مون کي خبر آهي، آءٌ سموري تنهنجي وس آهيان. رڳو رخصت ڏينم ته پنهنجي ٻچڙي کي ڇڳر ڏياريان؛ سڄي رات ڇاتي سان جهلي ويٺي سانس ٻوڙ مون کان کسي ويا ته پلي پيئي لڇي مري؛ ۽ هاڻ ته چون ته مون پسار ماريو. منهنجو سک هاڻ ويو، سدائين لاءِ ويو. هاڻ ته مون تي راڳ ڳائين "ڪڪرم ڪيئي ڙي ڪڪرم ڪيئي".

فائوسٽ (پٽ تي تو پاڻ کي اڇلائي) :- مارگريٽ تنهنجو عاشق تنهنجي قدمن ۾ آهي، تنهنجا بند خلاص ڪرڻ آيو آهي.

مارگريٽ (سندس پر ۾ ٿي پاڻ کي اڇلائي) :- آءٌ ته گوڏا کوڙي سنتن وٽ ٻاڏايون. ڏس! ڏس! اسان جي هيٺان جهنم پيو ٻري، شيطان اندر پيو گجي.

فائوسٽ (ڏاڍيان) :- مارگريٽ — مارگريٽ.

مارگريٽ (ڏيان سان نهاري) هي ته منهنجي پياري جو آواز!

(ٽپ ڏيئي ٿي اٿي — زنجيرون ڪيري ٽيون پون)

هو ڪٿي آهي ؟ — ڪٿي — مون ته پنهنجي پياري جو آواز ٻڌو !

هاڻ آءٌ آزاد آهيان، هاڻ ڪير مون کي قيد ڪندو. آءٌ ڳروڙي ڀائيندي سانس، ڇاتيءَ تي ليٽندي سانس؛ مون آواز ٻڌو سانس؛ هو پنهنجي تي بيٺو آهي. مون مارگريٽ جو نالو ڳنهندو ٻڌو سانس؛ جهنم جي گوڙ گهمسان، ڌمڪين، طعنن ۽ شيطان جي ڪل ڪل ۾ مون پنهنجي پياري جو آواز ٻڌو. سندس پيار ڀريو آواز !

فائوسٽ :— مان آهيان.

مارگريٽ :— تون آهين! وري هڪ ڀيرو چؤ !

(ڇاتيءَ سان ٿي لڳائيس)

هو آهي، هو آهي؟ ڪاڏي ويا سور ؟ قيد، زنجيرون، ڦاسي، ڪٿي آهن؟ تون آهين، ۽ تون مون کي بچائڻ آيو آهين؟ مان ته هينئر ئي آزاد آهيان: ڏس. هوءَ گهٽي، جتي پهرين ڪڏ ڏياسين — جتي مون پنهنجو پيارو اول ڏٺو. هو آهي آهو فرحتي باغ، جو سرڪي پيو، جتي آءٌ ۽ مارٿا توکي ملڻ لاءِ ترسيون هيون سين.

فائوسٽ (ڪوشش ٿو ڪري هن کي ڪڍي وڃڻ جي) :— اچ، اچ مون سان.

مارگريٽ :— ٿورو ترس — ڪي ٿورا پل — تو سان ترسڻ مون کي وڻي ٿو.

( چمون ٿي ڏئيس )

فائوسٽ:- جلد — جلد، هڪ پل ويو ته آفت آئي.

مارگريٽ:- پريتم، رکو ٿورو وقت مون کان پري ٿيو آهين، ته ڇمي ڏيڻ به وسري ويئي اٿيئي: تنهنجي ڀاڪر ۾ مون کي ڇو ٿي اهڙي مايوسي وئي. ڪو وقت هو، جڏهن تنهنجي لفظن ۾، تنهنجي هڪ هڪ نهار ۾، مون کي سرڳ پيو ڀاسندو هو. تڏهن تون مون کي ائين ته ڇميون ڏيندو هئين، جو ڄڻ ڇمين سان مون کي پوسائي ڇڏيندو هئين! ڏينم ڇمي - پيارا، هاڻ ڏينم ڇمي - يا مان ٿي تو کي ڇمان!

(ڀاڪر ٿي پائيس.)

تنهنجا چپ ٿڌا ٿي ٿڌا - موڪا ٿي موڪا - مردا ٿي مردا. ڪٿي آهن منهنجون ڇميون، ڪٿي آهن؟ ڪنهن وٽ ڇڏي آيو آهين؟ ڪٿي آهي منهنجو پيار؟ ڪنهن ڦريو مون کان تنهنجو پيار؟

(ڪانئس منهن موڙي ٿي.)

فائوسٽ:- اچ، اچ، همٿ رک، منهنجي پنيان اچ، منهنجي پياري منهنجو پيار پولن کان باهر آهي، هاڻ اچ. رکو هڪڙو، رکو هڪڙو عرض.

مارگريٽ (هن کان منهن موڙي):- ء تون آهين، سچ پچ تون آهين؟

فائوسٽ:- هائو، هائو، پر اچ!

مارگريٽ:- ۽ تون تو منهنجون زنجيرون ڀڃين! تون

ٿو مون کي وري ڇاتي سان جڙين! مون کي ڏسڻ سان ڇو نہ ٿو ڏکين؟ خبر اٿيئي تہ ڪنهن کي ٿو بچائين؟

فائوسٽ:- اچ! رات جي ڪارهن ڪهنبي ٿي وڃي.

مارگريٽ:- منهنجي ماءُ — تنهن کي مون ماريو؛ منهنجو ٻار — تنهن کي مون ٻوڙيو. اهو ٻار مون لاءِ ۽ تو لاءِ بخشش ڪين هئو! هائو تو لاءِ - هائو تنهنجو! ۽ تون هتي آهين. مون کي تہ اعتبار بہ نٿو اچي. مون کي هٿ ڏي، خواب تہ ڪين آهي. تنهن جو پيارو هٿ. اڙي پڪوان! هٿ آلو ٿي آيو. آگهڙنس، آگهي ڇڏينس! مون ڀانيو تہ ڪا رت جي آلاڻ آهي.

ڇا ڪيو اٿيئي؟ اها رت هاڻي ترار وجهي ڇڏ، منهنجو عرض اٿئي، مياڻ بہ وجهي ڇڏ.

فائوسٽ:- اڙي، ٿي گذريو جو خيال نہ ڪر. جو ٿيو سو ٿيو. مون کي تہ ڪُهين ٿي.

مارگريٽ:- نہ تون جيئرو رهندين، توکي رهڻو آهي، سڀاڻي پڻ توکي کهڙيون قبرون ٺاهرائيون آهن. سڀني بہ سڀني جاءِ ڏج منهنجي ماءُ کي؛ پر بہ سڀهارج منهنجي ڀاءُ کي؛ تن جي لاڳو، ٿورو پريرو پر نہ تمام پري، منهنجي سڄي هجي؛ ننڍڙو ابهم هجي منهنجي ساڄي ڪڇ تي؛ انهي بستري تي مون سان ٻيو ڪير نہ سمهي! تنهنجي پاسي بہ سمهندي هيس، ڪهڙي نہ خوشي هوندي هئي. بس اها خوشي هاڻ

وري ڪانہ ايندي، مان پيٺي پاڻيان تہ مان تو تي بار اچي پيٺي هيس، تہ تون منهنجي پاڪر ڪان ٻئي ٻري ٽيٺن . ٻر تون اچا بہ تہ ساڳيو آهين . تنهنجو منهن اڳي جهڙو ئي مهربان آهي .

فائوسٽ:- جي تون پاڻين تي تہ آءٌ آهيان، تہ آءٌ آءٌ .

مارگريٽ:- چا؟ هتي ٻاهر ؟

فائوسٽ:- هائو ! ٻاهر ، آزاد هوا ۾ .

مارگريٽ:- هان - قبر ۾ - موت ڪين ٻاهر اڪهون وجهيو ويٺو آهي . وارا پيو ڏئي ؟

آءٌ آءٌ، هميشہ لاءِ آرام جي بستري تي . هائو هائو، هاڻ بس - هاڻ بس - وڌيڪ قدم بہ نہ . وڃين ٿو، هينري؟ مان تو ساڻ هلان؟

فائوسٽ:- آءٌ آءٌ در کليا پيا آهن . رڳو اچ .

مارگريٽ:- وڃڻ جي مون کي همٿ نہ آهي . مون لاءِ ڪو علاج نہ آهي . ڀڄڻ مان ڪهڙو سود؟ جيڏانهن وڃان تيڏانهن جاسوس . پيٺڻ ڏکيو آهي، ٻر چيندڙ وڌيڪ جو آزار وڌيڪ ڏکيو آهي . ڌارين ديسن ۾ رلڻ مشڪل آهي . پوءِ مان چا بہ ڪٿي ڪريان، نيٺ بہ اچي مونکي پڪڙيندا .

فائوسٽ:- آءٌ تو ساڻ هوندس .

مارگريٽ:- ( بلڪل شوخيءَ سان ). "ڀڄ ڀڄ، پنهنجو

غريب ٻارڙو ٻچاءِ. رستي ڪان ٻري، ڪنسي جي ڀاسي،
پيچرو وٺي وڃ ٻيلي ۾، پوءِ وڙ ڏائي ڀاسي، تلاءُ ۾ پيو
اٿيئي. ترسيج نه، اجان به ساه اٿس. هٿڙا ننڍڙا، ڏڪنس
ٿا، ڏڪنس ٿا. ٻچاءِ! اڙي ٻچاءِ!

فائوسٽ:- من ڪي نه پڪاءِ - سانت ڪر! سانت ڪر!
رڳو هڪڙو قدم، ۽ پوءِ تون آزاد.

مارگريٽ:- اڙي جي رڳو هوءَ ٽڪري ٻنتي چڙهيون ها.
ڏس منهنجي ماءُ پٿر تي ويٺي آهي. منهنجي پيشاني تي برف
جهڙو ٿڌو مردي جو هٿ آهي. منهنجي ماءُ پٿر تي ويٺي آهي.
سندس اچو مٿو پيو ڏڪي، سندس اکيون ٽيون پورجن. هاڻ
ڪنڌ ڏڏڻ بس، هند تي ويئو، هن جو مٿو ڳرو پيو ڏسجي،
ننڊ گهٽي تي ڪري. اڙي، جڏهين گهري ننڊ اچي ويندي
هيس تڏهين ڪهڙو نه اسين خوش ٿيندا هواسين، ڪهڙو نه مزو
ماڻيندا هواسين.

فائوسٽ:- هاڻ ته هيءَ ٻڌي نٿي. هوءَ لفظ سمجهي نٿي
نٿي. پيو ڪو رستو ڪونهي آهي. زوري سان تو کڻي وڃانس.

مارگريٽ:- هٿ نه لاءِ. نه نه، آءٌ هٿ لائڻ ڪين
ڏينديس. خوني هٿ سان نه مون کي پڪڙ. جيڪي ڪيم
سو تولاءِ منهنجا پيارا. جيڪي پيار تي ڪيم سو خوشي سان
تي ڪيم، دل سان تي ڪيم.

فائوسٽ :- ڏينهن ٿو ٿئي ; اڙي جلد ٿي منهنجي پياري! منهنجي پياري !

مارگريٽ :- ڏينهن! هائو، ڏينهن آهي پيو يون، قيامت جو ڏينهن! اڄ جيڪر منهنجي وهانو جو ڏينهن ٿئي ها . ڪنهن کي بہ نہ چئج تہ تون ڪو غريب مارگريٽ وٽ هئين . افسوس! منهنجو هار اڳيئي سڙي ويو . وري گڏباسين، پر نہ ناچن تي پيارا . ماڻهن جا حشام سڙندا ٿا وڃن، هزارين ڪنا ٿي ويا آهن، گهند وڳو آهي . موت جي لڪڙي ڀڳي . منهنجون اکيون ٿا ٻڌن، کهيلي ٿا وڃن، ڦاسي وٽ وٺي آيا آهن . رب جي ڪرسي ۾ مون کي ٻڌن ٿا . هزارن جا سينا متي ٿا نهارين . ڦٽ ٿو پچي، جان تي ٿئي . دنيا هاڻي قبر وانگر ماٺ ۾ آهي!

فائوسٽ :- اڙي شال آءٌ جمان ئي نہ ها!

ميفسٽو (دروازي وٽ ٿو ڏسڻ ۾ اچي ) جلد ٿي نہ تہ وڃئين . هي ڏک ڏک، دير، ۽ اجائي بڪ بڪ تولاءِ ناهودي آڻيندي . نڪري آءُ، نہ تہ وڃئين . منهنجا گهوڙا ٿڌ ۾ پيا ڏڪن .

مارگريٽ :- هي ڪهڙي شڪل آهي، جا ڌرتي مان ٿي ٻاهر نڪري ؟

هو آهي، هو آهي . اڙي ڪيئنس هن ڪوٺي مان ;

هتي ڇا ڪيوس؟ اڙي هتي ڇو آيو آهي؟ هن پاڪ زمين تي
ڇو تو پير رکي ؟ مون لاءِ آيو آهي؟

فائوسٽ :- تون جيئري رهندينءَ منهنجي پياري .

مارگريٽ:- ڌڻي جي دربار ۾ آءٌ ٿي پڪاريان، ڌڻي
اڳيان ٿي مٿو نوايان ،

ميفسٽو ( فاسٽ کي ):- آءُ هليو، نه ته ڇڏي ويندو
ماڻن، ڪٿيئي نصيب .

مارگريٽ:- ايشور، منهنجا پيتا، مهر ڪر پنهنجي
پالڪ تي . ديوتائون، پوتر ديوتائون، رکي ولو هن نماڻيءَ
کي . هينري - آءٌ توتي نهارڻ کان پيئي ڏجان .

ميفسٽو :- آءٌ - حڪم ٿي ويو، ختم ٿي!

آڪاس واڻي :- مڪت ٿي!

ميفسٽو ( فائوسٽ کي ):- هيڏانهن، مون ڏانهن!
( فائوسٽ سان ڪڏ غائب ٿي ٿو وڃي )

آواز ( اندران، جهڪو ٿيندو ٿو وڃي ) هينري! هينري!

(پورو ٿيو)

God is of the East possessed!
God is ruler of the West!
Northland, Southland, each direction
Rests beneath His calm protection.

* * *

All my erring would confuse me,
But you come to disabuse me.
As I write and live and do,
Guide me well, I beg of you!

* * *

Two boons in breathing I know about;
Inhaling the air and breathing it out.
The former oppresses, the latter refreshes;
So wondrous are life's commingled meshes.
You, thank the Lord whenever He grieves you,
And thank Him also when He relieves you.

West-Easterly Divan

Noble let man be
Helpful and good!
For that alone
Distinguishes him
From all creatures
Of our knowledge.

Only man alone
Can do the impossible
He can decide
He chooses and judges.
Can give the moment
Lasting endurance.

Let noble man
Be helpful and good!
Tireless doing
The useful and righteous -
A prefiguration
Of beings we only divine.

North, West, South in fragments break,
Thrones are bursting, empires quake :
Seek the unsullied East, for there
You'll sense patriarchal air!
There you'll love and drink and sing,
Growing young at Chiser's spring.

There in purity and right,
In the depths I'll seek for light
On the origins of mortals,
Where they learned at God's own portals
Plain in words each heavenly fact,
Letting not their brains be racked.

Patriarchs revered their brothers
But refused to work for others;
Primitive's my frame of mind!
Faith was much and thought confined,
Where the word was of the essence,
Spoken in the hearer's presence.

To the shepherds I'll betake me,
Each oasis will remake me,
When in caravans I dwell,
Shawl and musk and coffee sell;
I will travel every byway
From the desert to the highway.

-West-Easterly Divan

## JOHANN WOLFGANG VON GOETHE

The remembrance of the good
Keeps us even glad in mood.
The remembrance of the One
In the greatest joy that's known.

Goethe who died on 22nd March, 1932, at the age of 81, is considered to be the greatest of German poets. Furthermore he is perhaps the German novelist with the greatest claim to a European reputation.

He was a great man in his day and for many of his contemporaries a guide to the conduct of life. As such Goethe represented a powerful force on German life in years of intellectual and political depression. The calm optimism which never deserted Goethe was completely justified by the tenor of his life. By for the larger - and the better part of his poetical work is the immediate reflection of his thought, emotions and experiences.

The exuberance of his genius is his dramatization of the legend of FAUST which was to become his masterpiece.

God is of the East possessed.
God is ruler of the West !
Northland, Southland, each direction
Rests beneath his calm protection.

Goethe's 'West-Eastern Divan' forms a rich and colourful carpet. The book is not the 'universal mirror' it was intended to be — it is a Goethe mirror and this, in itself, is a world of full, rich and varied life. It will last forever in the memory of mankind.

( Harold Gross )

have been toned down in Goethe's Divan. His similes respect the limitations of the European's imaginative powers :

> Tell it only to the sages,
> Since the rabble likes to spurn :
> Life I'd praise in all its stages
> That for death in fire would yearn.
>
> And until with this you're blessed
> ' Die, then live all over !"
> You are but a wretched guest
> In this world - a rover.

With this poem Goethe brought back to earth the Eastern spirit of the sacrifice of self and complete absorption, and the 'self-sacrifice' meant for him the earthly transformation that every creature must suffer in order to renew its life. In that particular is expressed Goethe's idea of 'metamorphosis'. in which the secret of life consists.

Goethe's devotion to the East was itself a kind of devout longing to be transformed by being purified, to be born again out of the East to rise anew as a European :

Goethe wanted to combine East and West, as he always thought to unite, to reconcile, to strike a harmony.

Goethe can be considered as a spiritual traveller who is praiseworthy, because he readily adapted himself to foreign ways, tried to make the speech of others his own, and could share their views. He himself said: "The translator must proceed until he reaches the untranslatable, then, and not till then, will he gain an idea of a foreign tongue".

And yet, even in oriental costume Goethe openly maintained his European personality. He was stimulated by the Islamic culture to produce incomparable effects in his own German language. He made freely use of both Eastern and Western form; Persian ghazals can be found alongside with German free rythms. The energy and contemporaneity of the aging Goethe entered into this far past with enormous pathos, bringing it to modern life. 'West-Eastern Divan' is an escape of the imagination into a fascinating Oriental world.

The immense numbers of images, comparisons and metaphorical expressions in the Eastern poems

There were other contemporary influences at work in him which also have their place in the universality of his nature. A German army officer had brought back from the Spanish campaign a leaf from an old Arabic codex. Goethe's pleasure in the beauties of calligraphy was awakened by the fine flowing hand in which the manuscript was written. At the same time a Russian regiment of Turkish Bashkirs was stationed in Weimar where he lived. Goethe witnessed how they were saying their prayers and for the first time inhis life heard the murmuring of suras from theKoran.

Furthermore a collection of oriental books had been bought and Goethe's vocabulary acquired strange words. He speaks of Laila and Majnun, of Jousuf and Zulekha. His friend was Baron de Sacy. a distinguished French scholar and orientalist.

It should not be forgotten that there is another motive for his oriental leaning ; Goethe's keen desire to extend the spiritual intercourse between nations, and to link up the continents of Europe and Asia;

And where nations seek division<br>
And the other side despise.<br>
Neither comes to this admission<br>
That their aims the same comprise.

the spirit. But Hafiz was also the poet of the joy of living. Surely Goethe must have felt a strong affinity with him. He can almost believe that half a millenium earlier he had lived and walked in the gardens of Shiraz. Goethe is moved by the old poet; he recognizes him as a kindred spirit who lived through strangely similar times. These were ages convulsed by political storms. Goethe reads of Court life, of empires in flux and collapse and of a meeting with the great conqueror, Taimur. Napoleon was setting Europe ablaze, as Taimur had done in Asia.

Hafiz and Taimur in 'West-Eastern Divan' are the likenesses of Goethe and Napoleon. Goethe was greatly distressed at the fate of Europe; he felt it was no longer possible to breathe freely within this Europe of revolution and wars. He found in Hafiz a brother and also a model of how a man can retain his peace of mind and freedom of spirit in spite of the tyrant's oppression.

> North, West, South in fragmen's break.
> Thrones are bursting, empires quake :
> Seek the unsullied East, for there
> You'll sense patriarchal air !
> There in purity and right,
> In the depths I'll seek for light . . .

## Goethe in his Relations to the Islamic World.

**If Islam means submissive to God,**
**We all live and die in Islam's dominion.**
**Goethe : Hikmet Nameh**

It was in the year 1814 when Goethe began to steep himself in the world of Indo-Persian culture by studying a newly published translation of Persia's greatest lyric poet. Hafiz, who holds a reputation as the great authority on the Koran.

Goethe started to write poems in the Persian poet's style, and by 1819 the Eastern poems numbered several hundred. They appeared under the name 'West-Eastern Divan'. Goethe was then 70 years old.

What was it that drove the aging Goethe in spirit to the East? Hafiz was known in Persia as the 'Voice of Mystery'. No doubt many of his ghazals have mystical significance: love signifies faith, and wine

**Goethe-Institute**

Pakistan
German
Cultural
Centre

KARACHI

# Johann Wolfgang von Goethe

## 28-8-1749 to 22-3-1832

# F A U S T

Goethe-
Institute

Pakistan
German
Cultural
Centre

KARACHI

# Johann Wolfgang von Goethe

28-8-1749 to 22-3-1832

# F A U S T




نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

